# پهاڪن جي پاڙ

ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو سنڌ

# ڦاڪن جي پاڙ

مصنف:
عبدالڪريم سنديلو
بي. اي. (آنرس): ايم. اي. و. پ. ا. س. ڪلاس I
پروفيسر، گورنمينٽ ڪاليج، لاڙڪاڻو.



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو، سنڌ

نئين ڇاپي جو پهريون ايڊيشن ١٤٠٩هه/١٩٨٩ع   تعداد ١٠٠٠
نئين ڇاپي جو ٻيو ايڊيشن ١٤١٧هه/١٩٩٧ع   تعداد ٢٠٠٠



قيمت: پنجونجاهه روپيا
**[Price: Rs.55-00]**

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ادبي بورڊ جو ٻُڪ اسٽال
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ.
فون نمبر ٦١٥١٧٩

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو سنڌ ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# اکرن جي وچور

# مِٺڙي ياد

پياري ڏِيٺڙي، ”ناوڙي“،
تيڏي مِٺڙي نالي لاءِ، پيا پيش
ڪَريندا هان. تنهنجي پَهرين سالگره
٨-اپريل ١٩٤٨ع تي ڇاتا،
آئُون پڇلا ساه ١٤-
فيبروري ١٩٦٢ع تي!
تيڏِي مِٺڙي ياد،
تيڏِي آداس ساه
پيئُو ڪوُن، جهور
ڳَهتيا هن،
تئُون ڪَڏان ڀي، آسا ڏِي
غمگين دل آتئُون، نہ لَهيسين.

— سنديلا

# ناشر طرفان

ڪتاب "پهاڪن جي پاڙ" پاڻ مصنف سال ١٩٦٦ع ۾ شايع ڪيو هو. ١٩٨٩ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڪانئن اجازت وٺي، ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پڌرو ڪيو.

ڪتاب جي اهميت ۽ گهرج کي آڏو رکندي، اُن جي هن نئين ڇاپي جو اجراءُ ڪيو ٿو وڃي.

سنڌي ادبي بورڊ توڙي ٻين ادب دوست ناشرن طرفان سنڌي ٻوليءَ جي ساخت، حرف ونحو ۽ ادبيات تي ڪافي تحقيقي ڪم ٿيل آهي. بورڊ طرفان ان سلسلي ۾ "گل شڪر"، "وئنيپتي ڪوش"، "آفتاب ادب"، "تحقيق‌لغات سنڌي"، "لغات سنڌي مخففات"، "سنڌي ويا ڪرڻ" (مڪمل)، "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ"، "سنڌي ٻوليءَ جو صرف ۽ نحو"، "جامع سنڌي لغات (پنج جلد)"، "پروليون، ڏِنون، معمائون ۽ ٻول" ڪتاب شايع ڪيا ويا آهن. انهن ڪارائتن ڪتابن ۾ "پهاڪن جي پاڙ" جو اضافو، اميد ته پڙهندڙن کي پسند ايندو.

جام شورو،
١۴- جنوري ١٩٩٧ع

محمد ابراهيم جويو
چيئرمين
سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو

# (الف)

## ١ـ آڇي ڏاڙهي، اَنڌو خراب

سنڌ جا ٻه نواب، جي ڏنگائي پاڙيسري هئا، تن مان هڪڙي، هڪ اڇي ڏاڙهي وارو ماڻهو مقرر ڪيو، جو ٻئي نواب جي ڏکيءَ مان ڪِرت ڪَرت ڇوڪرا ڀڄائي ايندو هو، جن کان ڏکڻ ڏيڍرن چارڻ ۽ ٻي خدمت چاڪري جو ڪم ورتو ويندو هو. ٻئي نواب، وري هڪ چالاڪ گهرو ڇوڪرو پاڻ وٽ رکيو هو، جو وري هُن نواب جي حد مان، اڇي ڏاڙهي وارن کي ڏاڍا ڏکيا ڏيئي، کين مقرر سراءِ ۾ آڻي ڪيندو هو، جتي انهن کان ڇَڪي پيهڻ جو ڪم ورتو ويندو هو.

هڪڙي ڏينهن پوڙهي ۽ ڇوڪري جو هڪ ٻئي سان پلئه پيو. پوڙهي پنهنجي دل ۾ چيو ته، "آءٌ، هن ڇوڪري کي هيڏاهيون مٺاهيون ڏئي، پنهنجي حد ۾ وٺي وڃان". ڇوڪري خيال ڪيو ته "آءٌ، هن پوڙهي کي پاڻ سان وٺي وڃان".

ٻئي پنهنجي پنهنجي ڳالهه ۾ مست ۽ مگن!

نيٺ جڏهن هڪ ٻئي جي ڏَهه ٻَڌهه (رو برو) ٿيا، تڏهن ڇوڪرو ڌاڙهه ڏيئي، رڙندو رڙندو، چاچا سائين، چاچا سائين، ڪندو، اچي پوڙهي جي پيرن تي پيو. روئي جو روئي پيو زاروزار! پوڙهي کي هن جي رڙ تي رحم آيو، سو ڀرائڙي پائي، پڇيائينس ته، "ابا، روءُ نه. خبر ڪر ته روئين ڇو ٿو؟" ڇوڪري ڏاڍي ڏکن پيچ ۽ ڦنڊ سان ڇنڊ ڪري، چيو ته، "چاچا سائين، بابو ويچارو راهِ رباني وٺي ويو، اما ۽ ٻي پيرون ڇڏي ويو آهي. ڏوڪڙ پيسو، ۽ ٻني ٻارو به آهي، پر سنڀالي ڪير؟ اما چيو ته، "پٽ، تنهنجو چاچو هتان ڪَرمي هليو ويو آهي،

آن کي ڳولي ڏٺو هئي اچ. ڏس پنهنجي ۾ پار پيا، جيڪي ڏنا انهن، سي سڀ چاچا، تو ۾ آهن، سو مهرباني ڪري هاڻي هل، ۽ هلي سار سنڀال لهه. مطلب ته چوري، اهڙا ته حيلا هلايا، جو پوڙهو فريب ۾ ڦاسي ويو. ڇوڪري کي چيائين ته، ”پٽ، ماٺ ڪر. روءِ رڙ نه. مون سڀ ڪاوڙ ڇڏي. هل ته هاڻي ٿي هلون ٿا.“ ڇوڪر اڳيان، پوڙهو پويان. جڏهن مقرر سراءِ جي پرسان آيا، تڏهن ڇوڪري، پوڙهي کي چيو ته، ”چاچا، تون هل، انهيءَ جاءِ ۾، ته آءٌ جهنگ جو خيال لاهيو تو اچان.“ پوڙهو خوشيءَ سان سراءِ ۾ گهڙيو. اتي ته اڳيئي جوان انتظار ۾ ويٺا هئا، جن پوڙهي کي پهچندو ڏسي، جهلي، چڪيءَ (جنڊ) تي ويهاري، ڪاسو آن جو ڏنئي، چيائونس ته، ”پيهه آن، نه ته سر جو خير نه ٿيندءِ“. اتي پوڙهي سمجهيو ته، ”مار، ڇوڪرو راند هٿي ويو!“

پلا، هڪ پيرسن ۾ پيو جنڊ ڳورو ۽ آن گهڻو، ويچارو سو ڪري به ڇا! جي تڪڙو ٿو هلائي ته آن ذارو پيو ٿئي، جي هوريان ته آٽو نه پيو نڪري. اچي ويو سورن ۾! مٿانئس پيٺل ماڻهو، ٿورو ۽ ڏڏر يل آٽو ڏسي، کيس چون ته، ”پوڙها، هي ڇا ٿو ڪرين؟ اٽي ڏاڙهي ۽ آٽو خراب!“

مطلب: جڏهن ڪو ڪم، ڪنهن جي لياقت مطابق ڪيل نه ڏسڻ ۾ ايندو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

## ٣– آءٌ به ويندي پيڪي، مون به لهندي سڪ.

ڪنهن ڪنوار کي، ساهرن ۾ گهڻو سک هوندو هو ته به پيڪن جي پيٺي پچار ڪندي هئي ته، منهنجا لسڪ لهن پيڪا، ڙرب جا ڪوڏيا پيڪا! هڪ دفعي جڏهن پيڪي (پيءُ جي گهر) آئي، تڏهن ڪنهن ڳالهه تان، سندس ڀاڄائيءَ کيس ڪٽي ڏنو. آخر نتيجو اهو نڪتو، جو ڀاڄائس، هن ويچاريءَ کي رناري ڪڍيو. پوءِ ته کانئس پيڪن جي سڪ به لهي ويئي.

مطلب: جڏهن ڪنهن کي، ڪنهن ڳالهه جو اجايو شوق ڪٽي، تڏهن انئين ڇڏبو آهي، انهيءَ خيال سان تہ آخر پڇتائيندين.

### ۳- آيا ميرَ، ڀڳا پير:

جڏهن ڏاڏا اچن، تڏهن هيٺا ٻيهي نہ سگهن.

سنڌ ۾ ”ڪلهوڙن“ جي صاحبي ۱۷۰۱ع کان ۱۷۸۲ع تائين هلي. ڪلهوڙن کي ”مياں“ ۽ ”پير“ ٻہ ڪري سڏيندا هئا، ڇاڪاڻ تہ ڪين ڪيترائي مريد هئا. اڄا تائين پير ميان شاهل محمد عباسي (تعلقہ قنبر - ضلع لاڙڪاڻہ) ۽ پير ميان الياس عباسي (تعلقہ ڏوڪري - ضلع لاڙڪاڻہ) جي مقبرن تي سوين سائل ڏرندا رهن ٿا، ۽ پنهنجون ٻاسون ٻاسيندا رهن ٿا.

جڏهن ”ڪلهوڙن“ جي حڪومت ڪمزور ٿي، تڏهن ”مير“ حاڪم ٿيا ۽ ”پير“ (ڪلهوڙا) ڀڄي، ميدان ڇڏي ويا.

سر ڳوانسي ڀيرومل، فٿان صاحب جي ڪتاب جو حوالو ڏيندي، هن طرح بنياد ڏني ٿو:

”آمروه جي شهر ۾، ميرانجي نالي هڪ شخص وٽ جادوءَ جو ڏيو هو، جنهن جي وسيلي، هن ڪيترائي ڪرامت جهڙا ڪم ڪيا، جنهنڪري هڪ وڏو پير ڪري ليکيندا هئس. هاڻ هو اتي جي ڪن ماڻهن ۾ اڃي واسو ڪندو آهي. امروه ۾ ٻيا بہ ڪي پير جهڙوڪ: زين خان، ننهي ميان ماڻهن ۾ واسو ڪن ٿا، پر چون تہ ’جڏهن مير (ميرانجي) اچي، تڏهن ٻيا پير ڀڄيو وڃن‘ جو هو ڪانئن وڏيڪ ڪلا وارو هو.“

### ۴- آبو گسي، ڏيءَ وسي:

هندن ۾ رواج آهي تہ ڌيءَ کي جهجهو ڏاج ڏين. ڪنهن سيٺئي، ڌيءَ کي ايترو تہ ڏاج ڏنو، جو ٻاڙي وارن کي ڏندين آڱريون اچي ويون. تنهن تي ڪنهن ٻاڙي واري ائين چيو:

مطلب: آبي جي کٽي، آدي کوائي.
ڪمائي هڪڙو ته کائي ٻيو.

## ۵- اُتم کيتي، وڌندڙ واپار،
## نيچ نوڪري، پنڻ بيڪار:

مطلب آهي ته کيتيءَ کي اول نمبر، واپار کي ٻئي نمبر، نوڪريءَ کي ٽئين نمبر، ۽ پنڻ کي چوٿين نمبر يعني بيڪاريءَ ۾ شمار ڪيو ويو آهي.

چون ٿا ته هڪڙي زميندار کي ڪا پٽر جي پٽي هٿ اچي ويئي، جنهن تي اها عبارت نقش ٿيل هئي. آزمائش خاطر، انهيءَ زميندار، تمام گهڻي زمين آباد ڪئي، مگر پاڻ ڪڏهن به پوک جي نظر داري ڪانه ڪيائين، اُلٽو عيش عشرت ۾ وقت گذارڻ لڳو. اهو به نه ڏٺائين ته پوک کي پاڻي آهي يا نه، پورو پاڻي مليس ٿو يا نه.

نتيجو اهو نڪتو، جو هو وڏي نقصان هيٺ اچي ويو. اهو حال ڏسي، غصي وچان، پٽر کي کڻي، زور سان زمين تي سٽيائين (جو سمجهيائين ته پٽر تي کيتيءَ وارا لفظ غلط لکيل آهن). اچا ان جي ٻوئين پاسي، جو هن اڳ ۾ ڏٺو ئي ڪونه هو، هيٺيان لفظ لکيل نظر آيس:

”کيتي سير سيتي.“

اهي لفظ پڙهي، اهو زميندار ڏاڍو ڦڪو ٿيو ۽ پنهنجي عيش عشرت کان هڪدم باز آيو ۽ چوڻ لڳو ته ”ڏوهه منهنجو آهي ۽ نه هن پٽر لکڻ واري جو!“

## ٦- آڏو چپي، گهوڙاڏو:

هڪ جو، ٻيو مطلب ولڻ.

ڪنهن سائل، هڪ در تي اچي، سَين هنئي. گهر جي مالڪ، نوڪر کي چيو ته ”فقير کي اَنو ڏي.“ نوڪر انو اکر ٻڌو ئي

ڪهڻ. هن سمجهيو ته شايد هو چوي ٿو ته ”فقير کي گهو ڀاڃو ڏي“. سو گهوڀاڃو ڪٺي، فقير ڏي وريو. فقير ڀانيو ته گهو ڀاڃو (لٺ) ڪٺي، شايد مون کي مارڻ ٿو اچي، تنهنڪري ويچاري رڪيو ڀيرن تي زور! مالڪ ويٺي سارو لتاءُ ڏٺو. بي اختيار، زبان سان، نڪري ويس: اٺو، چي، گهوڀاڃو.

## ٧- اُٺ ڪين سسئي!

جڏهن پنهونءَ جا ڀائر، رات جو چوريءَ، سسئي جي پاسي مان پنهون کڻي، ڪيچ روانا ٿيا، تڏهن سسئي ويچاريءَ صبح سان ڪاريءَ وارا ڪڪ ڏٺا. پنهور کي ياد ڏيئي، اڪيلي سر، پيرين پيادي، ڏونگر ڏورڻ لڳي. هڪ پنڌ اڻانگو، ٻيو مسافري لنبي، تہ بہ ويچاري پنڌ سڻيندي پئي ويئي، پر ڪٿي پنهور، ڪٿي ڪيچ! ڪنهن، سسئيءَ جي اهڙي حالت کي ڏسي اُئين چيو.

مطلب آهي تہ: ٻڙ ۽ ٻوٽي، رڻ ۽ رائي، جهڙ ۽ جهنگ، ڏڙي ۽ ڏنگ کي پار ڪرڻ لاءِ اُٺ کپن. پيرين پيادو ڪيترو هلبو. اُٺ ٿي سسئي کي ڪيچ پهچائي سگهندا، چاڪاڻ تہ پنهونءَ کي بہ اُٺ تي کڻي ويا هئا.

مطلب: جڏهن ڪو ڏکيو پنڌ هوندو آهي، يا ڏکيو مسئلو درپيش ايندو آهي، تڏهن اُئين چئبو آهي.

## ٨- اُٺ نہ پڄي، هٺي ڀورن لتون

هڪ جي ڀاه، ٻئي سان ڪيڻ.

جٽ، اُٺن تي مال لڏيو، پاڻ ڀورن مٿان چڙهيو پيا وڃن. اُٺن کي تيز هلڻ لاءِ، خوب لتون پيا هڻن، پر لتون تہ اُٺن تائين پهچن ئي نہ پيون، تنهنڪري اُٺن جي تيزيءَ ۾ خيرڪو فرق پئي آيو. وري زور سان لتون پيا هڻن، تہ بہ اُٺن تائين نہ پيون پهچن، ۽ ڀورن کي پيون لڳن. تڏهن ڪنهن ڏسي اُئين چيو.

## ٩- آپڻا سال هي، روسون ڀي، ڪائسون ڀي:

پنهنجي ڪيل ڳالهه، ڪيلي به قبولبي ۽ روئي به.

جٽ، بصر سان ساندي ڀيا ڪائين. بصرن جي ٻانس ۽ ڪڙاڻ ڪان، سندن اکين مان پاڻي پيو وهي. ڪنهن چيو ته "رو به پيا ته ڪائو به پيا!" ڪلي ڀيائون ته "آپڻا سال هي، روسون ڀي، ڪاسون ڀي".

## ١٠- آپڻي گهوٽ ته نشا ڏيوئي:

پنهنجي، سنهنجي آهي. ٻرائيءَ ۾ اک، پنهنجيءَ ۾ هٿ.

پنهنجو ڪو ڀونو پارڻ ڪوي.

ڪن موالين، ڀنگ ڀڻي پيتي ته ڪنهن وانهڙوءَ سوال تي لٽپ گهرڻ. ڀيالي ڀيي، چيائين تہ، "هيءَ چڪي ته نہ لڳي (نشو ته ڪونہ ٿيو)! تنهن تي هڪ مواليءَ چيس ته، "آپڻي گهوٽ ته نشا ٿيو ٿي".

موالي ڏين ڪوڏن ڪي مٺڏن، تن ڪي لٽپ چڱڪي مان ڪئي نو نشو ٿئي!

## ١١- آڏ ڪي چڏي، جو سڄيءَ پٺيان ڊڪي، تنهن ڪي سڄي ته نہ ملي، پر آڏ ڪاڻ سڪي:

نفعي جي لالچ ۾، نقصان سهڻ.

هڪڙو ڪتو قاصائيءَ جي دڪان تان، گوشت جو ٽڪرو کڻي ڀڳو. ڪتو، پرسان وهنڊڙ واه ۾ گهڙي ترڻ لڳو. جڏهن وچ تي آيو، تڏهن پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاچو ڏسي، ڀانيائين ته پيو ڪتو آهي، جو گوشت جو ٽڪرو وات ۾ کنيو ٿو وڃي. هن ڪي خيال ٿيو تہ اهو ٽڪرو بہ هن کان ڦريان. سو جهڙو وات ڦاڙي، ڪتي تي گيرڻ شروع ڪيائين، تهڙو پنهنجي وات وارو گوشت جو ٽڪرو، پاڻيءَ ۾ ڪري پيس. تنهن تي ڪنهن عاقل ائين چيو.

ڪنهن وري هيئن ٻڌايو:
اڌ ڪي ڇڏي، جو سڄيءَ لئه ڊوڙي،*
سو اڌ ته وڃائي، پر سڄيءَ لئه روئي.

## ١٢- اڌ رات ڌي ڪڌ ۾:

ڪنهن ليکيدار دايئن کي، ڪڌ ڪونهن لاءِ ڏني. جڏهن دايئن ٿورو ڪم ڪيو، تڏهن اندازو لڳايائون ته هن ڪم ۾ ڪَسُ لڳندي، تنهنڪري ڏينهن جو پرائو ڪم، ۽ رات جو ليکي وارو ڪم ڪندا رهيا. ڏينهن جو ليکيدار پڇين ته، ”ڪيترو ڪم ڪيو اٿوَ؟“ هنن جون ته، ”سائين اڌ رات تائين ڪم ڪندا آهيون“. ليکيدار هنن جو معمولي ڪم ڏسي، سڙي ويندو هو، ۽ ڪين چوندو هو ته ”اوهان جي اڌ رات ڌي ڪڌ ۾.“

مطلب: جڏهن ماڻهو، دل سان ڪم نه ڪندو آهي، پر اجائي سجائي پيو هام هڻندو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

## ١٣- آڍائي گهرن جو خير:

سڀ جو خير، سڄي جهان جو خير

قديم زماني ۾، ڀارت ورش ۾ اڍائي گهر ليکيندا هئا: گهر برهمڻ جو، گهر کتريءَ جو ۽ اڌ گهر ويش جو، اڇوت کي گهٽ ذات سمجهي، ڏانهنس ته مور ڪو نهارڻ به پاپ سمجهندا هئا.

عربن ۾ وري گهر مسلمانن جو، گهر اهل ڪتاب (يهودين ۽ عيسائين جو)، ۽ اڌ گهر ٻئي مذهب وارن جو شمار ڪيو ويندو هو.

ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ جيئن ڀارت جو ناٺو نه رهيو، ۽ اسلامي حڪومت سبب سڀ هندواسي ٿي ويا، تڏهن ڀنگتي

---

* ڊوڙي = ڳولي.

ورهاست ڦيري، وري به ادائي گهرَ سنڌ جي ۾ آيا. اهي هئا: گهٽر هندو، گهٽر مسلمان، ۽ اڌ گهر اڇوت. سنڌ تي به اهو ساڳيو اثر رهيو، جنهن موجب گهر ”هندو“ گهر ”مسلمان“ ۽ باقي اڌ گهر ”پاليشاهيءَ“ جو ڳڻجڻ ۾ آيو، ۽ اڄ تائين سنڌ ۾ اهي ئي ادائي گهر شمار ڪيا ويندا آهن.

ماڻهو عام طرح دعا گهرڻ وقت، الله تعاليٰ جي حضور ۾ عرض ڪندا آهن ته: ”خدايا! ادئن گهٽرن جو خير گذارج، ۽ انهن جي صدقي اسان جو به!“

## ١٤ — الله ڏيوئي، ميان ڏيوئي، صحبت نه ڏيوئي

انڪاري ٽيڻ، نابري وارڻ

جون ٿا ته ڪلهوڙن جي وقت ۾، حڪومت طرفان، چانڊڪي پرڳڻي جي ڪنهن حصي جو صحبت خان ڪاردار (مختيارڪار) هو. صحبت خان ايتري قدر ته بخيل هو، جو ڪنهن کي به ماني ٽڪيءَ جي صلاح نه ڪندو هو، ۽ نه وري ڪا خيرات ئي ڪندو هو.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته هڪ فقير، صحبت خان کان خيرات گهرڻ ويو. صحبت خان پيهڻ ئي نه ڏنس. فقير چيا ڪيو جو وقت جي ميان صاحب (ڪلهوڙي حاڪم) ڏانهن خيرات لاءِ ويو. ميان صاحب، فقير کي خيرات ڏيڻ راضي ڪيو. فقير عرض ڪيو ته ”سائين! اوهان جي خيرات آڪهي، پر صحبت خان ڏي به به اڪر لکي ڏيو ته اهو به مون مسڪين پڇڙيوال جي مدد ڪري.“ ميان صاحب، فقير کي، صحبت خان ڏانهن خط لکي ڏنو. جڏهن صحبت خان اهو خط پڙهيو، تڏهن به خيرات ڏيڻ کان پيڙ ڪيڏي پيٺو. چي: الله ڏيوئيي، ميان ڏيوئيي، صحبت نه ڏيوئيي. يعني الله تو کي ڏئي، ميان (ڪلهوڙو حاڪم) تو کي ڏئي، پر صحبت نه ڏيندءِ.

## ۱۵- آگهه ڀٽي بازار ته ٻُٽي به جوار؛

جون ٿا ته ميرن جي وقت ۾، هڪ دفعي جڏهن ڏڪر پيو، تڏهن آن تمام گهڻو مهانگو ٿي ويو. اگهه ايتري قدر ته چوٽ چڙهي ويا، جو سونَ برابر به آن نٿي مليو.

هڪ ڪُڙسيءَ وٽ ڪُنڊي، ٻُٽيءَ (مڪئي) جي پڙ پيل هئي. ڪنهن ڀاڙي واري چيس ته، "ادا، ڪهڙي اگهه ڏيندين؟" چيائين، "هيتري ڪه هيتري مڻ." ڀاڙيسريءَ چيس ته، "ادا، اهو اگهه ته جوئر جو به ڪنهن ڪڏهن نه ورتو آهي، تون وري ٽئينءَ مان پنهنجا اگهه ويٺو لاهين؟" تنهن تي مڪئيءَ جي مالڪ ائين چيو.

مطلب: جڏهن ڪنهن شيءِ جي قلت هوندي آهي، ۽ ڪاڀو زياده هوندو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

## ۱۶- انڌو هاٿي، لشڪر جو زيان؛

سڪندر اعظم، عيسوي سن کان ۳۲۷ ورهه اڳ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، پر تنهن کان اڳ، پنجاب جي راجا پورس سان لڙيو. هن جي بهادري ڏسي، خوش ٿي، کيس پنجاب ملڪ واپس ڪيائين.

سڪندر جو لشڪر، گهوڙن تي هو، پر راجا پورس جي لشڪر جو ڪجهه حصو هاٿين تي هو. جڏهن سڪندر جي لشڪر جا تير، پورس جي هاٿين کي لڳا، تڏهن ڪي انڌا ٿيا، ڪي زخميا ۽ ڪي چرجي چتا ٿيا.

"پورس جا هاٿي، هزار ڪوشش ڪرڻ سان به غنيم جي طرف اصلي نٿي وڌيا، بلڪ آلٽي پيرن، پنهنجي فوج کي چيڀائيندا ولي پيا" (۱).

اهڙي حالت کي ڏسي، ڪنهن ائين چيو.

---

(۱) تاريخ سنڌ صفحه ۶۳- مولوي نور محمد نظاماڻي.

مطلب: جڏهن ڪنهن شيءِ مان اهو ڪارج نه سري، جو پهريائين سرندو هجي، ۽ ان مان وري ساڳي ڪارج سرڻ جي ڪوشش ڪجي ته فائدي بجاءِ نقصان ٿيندو.

## ١٧- انڌيري نگري، چوپٽ راجا
## ٽڪي سير ڀاڄي، ٽڪي سير کاڄا

جڏهن ڪو ظالم يا بي عقل حاڪم ٿيندو آهي، تڏهن ان جي حڪومت جو جلد ئي زوال اچي ويندو آهي، يا جڏهن ڪو حاڪم، رعيت جي حال کان غافل ۽ بي پرواه رهندو آهي، تڏهن ان جي دور ۾ ظلم ۽ مصيبت حد کان وڌيڪ لنگهي ويندا آهن. اهڙي وقت لاءِ ائين چئبو آهي.

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙو گرو، پنهنجي چيلي سان گڏ، تيرٿ ڪندي، هڪڙي ڳوٺ ۾ اچي پهتو، جنهن جو نالو ”انڌيري نگري“ هو. گروءَ، پنهنجي چيلي کي کاڌي پيتي جي شين خريد ڪرڻ لاءِ بازار ڏانهن موڪليو. چيلي وڃي ڏٺو ته سار! هتي ”ڀاڄي“ به ٽڪي سير ته ”کاڄا“ به ٽڪي سير! هن چيا ڪيو، جو ٽڪي ۾ کاڄن جو سير خريد ڪري، پنهنجي گروءَ کي اچي، چيائين ته، ”گرو جيي، هت ڏاڍو مزو آهي، هر هڪ شيءِ ٽڪي سير! ڏس، مان به ٽڪي ۾ کاڄن جو سير وٺي آيو آهيان، تنهنڪري ڪجهه وقت ته هيت رهي، موج ڪرڻ کپي. ڇڏيو تيرٿ ياترا جي ڀچر! ههڙا سک ڪٿي نه ملندا“

گرو نهايت سياڻو هو، سو کيس چوڻ لڳو ته ”ڀائي، هن شهر جو نالو ئي ”انڌيري نگري“ آهي. هيت رهڻ، خطري کان خالي نه آهي. هونءَ به ساڌن کي هڪ هنڌ ديرو دمائڻ ليڪ نه آهي. چوندا آهن ته: ساڌو رمندو ڀلو، پاڻي وهندو ڀلو. مگر چيلو چوي ته ”آءٌ هرگز نه هلندس“. گروءَ گهڻو ئي

سمجهايس، پر چيلو پنهنجيءَ تي ئي بيٺو! آخر گرو لاچار ٿي هليو ويو.

چيلو، اُتان جا گيهہَ مٺيدا کائي، ڏُنبو ٿلهو ٿيو. هڪڙي دفعي، ڪنهن ڏُٻري ماڻهوءَ تي خون جو الزام ثابت ٿيو، تنهنڪري ڪيس ڦاسيءَ جي سزا ملي هئي. پر اتفاق اهڙو ٿيو، جو مجرم جي ڳچيءَ کان، ڦاسيءَ جي سرڪڻ (ڦندو) وڏي هئي، جنهنڪري راجا حڪم ڪيو تہ: "ڪو ٿلهو متارو ماڻهو آڻيو، جنهن کي هن جي بجاءِ ڦاسيءَ تي لٽڪايو وڃي!" ڳولا ڪندي، حلوائيءَ جي دُڪان تان، چيلي کي کاڄا خريد ڪندي، ڏٺو ويو، جنهن کي پڪڙي وٺي آيا.

چيلي، اهڙو انڌير ڏسي، گهڻو پڇتايو ۽ گروءَ جا وَچن ياد آيس. هوڏانهن گروءَ کي بہ اها ڪَنڙڪ پئجي ويئي، سو هڪدم ڦاسيءَ جي تختي وٽ پهچي ويو. گروءَ ڦاسيءَ ڏيندڙن کي چيو تہ، "هن وقت، ڦاسيءَ تي چڙهڻ جو حق منهنجو آهي، تنهنڪري ڦاسي، منهنجي ڳچيءَ ۾ وجهو". سپاهين پڇيس تہ، "ڇو"؟ گروءَ جواب ڏنو تہ، "هن شُڀ سميہ ۾ جنهن کي ڦاسي ايندي، سو سِڌو سُرڳ ۾ ويندو، شاسترن ۾ بہ ائين لکيل آهي سو: گروءَ کان اڳ ۾، چيلي کي سرڳ ۾ وڃڻ جو ڪو حق ڪونهي.

چيلو، گروءَ جي مام پروڙي ويو. رڙ ڪري چيائين تہ "نہ، گروجي نہ، مان ئي ڦاسي کائيندس، ڇاڪاڻ تہ سپاهين مون کي ئي پڪڙيو آهي ۽ نہ اوهان کي!"

گروءَ چيلي کي گهڻو سمجهايو تہ "ساڌن کان سواءِ، پيو ڪو بہ سرڳ جو حقدار ٿي نٿو سگهي." پر هنن جي ڳالهہ ڪنهن بہ نہ ٻڌي، اها راجا کي خبر ڏنائون.

جڏهن راجا اها ڳالهہ ٻڌي تہ سرڳ هٿ ڪرڻ جو هي ئي شُڀ سميہ آهي، تڏهن چيائين تہ: "بس مون کي ڦاسي ڏيو!"

آخر راجا کي ڦاسي آئي، پر "شيءِ سميءِ" سبب پيا ٻ
ڪيترا سرڪي جا شائق، اتي ڦاسيءَ تي چڙهندا ويا! جڏهن گروءَ
ڏٺو ته گهڻائي پاپي ناس ٿي ويا آهن، تڏهن چيائين ته "هيئنئر
اهو شيءِ سميءِ سمايت ٿي ويو آهي، تنهنڪري وڏيڪ پيو
ڪو به ڦاسيءَ تي نه چڙهي."

پوءِ گروءَ، چيلي کي چيو ته: "هن وقت ٿي هتان ڪوچ
ڪرڻ گهرجي. هاڻي تو ڏٺو ته هت ڪهڙو نه انڌير لڳو
پيو آهي!"

## ١٨ – آڏائي ٻه ويئي، ڏاڏائي ٻه ويئي، وري ڪڇهه جي ڪڇهه:

ڪئي ڪمائي چٽ.

ڪنهن پوڙهي آفيميءَ کي رستي تي پيشاب ڪندي،
ننڍ جي پينڪي اچي ويئي. ڪو شاهينگ، آتان اچي، لانگهائو
ٿيو، جو ڪڇهه پڇائي، گهر ٿي ويو. هن، آفيميءَ کي پنڪيءَ
۾ ڏسي، سندس پٽڪو لاهي، ڪڇهه جو هڪڙو وڏو ٻڙو مٿانس
رکيو، هليو ويو. جڏهن اک کليس، تڏهن مٿي تي هٿ
هڻي، ٻڙو ڏسي، ائين چيائين.

## ١٩ – اونڌيون پاڌيون، پاسيرا ڏويا.

جڏهن ڪو تور يا ماپ ۾ گهوڙي هڻندو آهي، تڏهن
ائين چئبو آهي.

هڪڙي ماڻهوءَ، ڪنهن واپاريءَ کان، سستي اگهه تي
اَن اڌارو ورتو، ۽ کيس چيائين ته: "منهنجو اَن لهي ته تو کي
اوترو ڏيندس".

جڏهن اَن ڏيڻ جو وقت آيو، تڏهن اَن جو اگهه چوٽ
چڙهيل هو، تنهنڪري هن کي دل ۾ گدڙ جاڳيو! پر مقرر

ڪيل نموني تي، آن ڏيڻ لاءِ بدل هو. ڇا ڪيائين جو آن ڏيڻ مهل او نڌيون پائيون ۽ پاسيرا ٿو يا ڪري آن سٽڻ لڳو. اهو حال ڏسي، جنس واري وچي قاضيءَ کي دانهن ڏني، جنهن گهرائي پڇيس. هن چيو ته، ”سائين، ڏيڻ جو نمونو برابر اهو مقرر ٿيل آهي، پر اهو پولايل ڪونه هو ته آن، ڪهڙيءَ طرح مٽي ڏبو؟ تنهنڪري اهو مون تي ڇڏيل آهي ته ڪهڙي به نموني مٽي ڏيان؟“

پيون چوڻيون:

١- ڇرپٽ راجا، نڪا ساهمي نڪو وٽ،
ڏئي به پڪ، وٺي به پڪ.

٢- او نڌيون پائيون، پاسيرا ٿويا،
ته به وَڪري (١) ساڃا، ماڻهو ڏوهيا (٢).

## ٢٠- اهو ڪم ڪجي، جو لعل به ليي ۽ پريت به رهجي اچي:

هڪڙي شهر ۾، بادشاهه جي پٽ، وزير جي پٽ، قاضيءَ جي پٽ ۽ ڪوتوال جي پٽ جي پاڻ ۾ پريت هوندي هئي، ۽ ڇئني کي عام طرح ”چار يار“ ڪري سڏيندا هئا. هڪ دفعي چارئي يار سفر ۾ نڪتا. ڪين رستي تي هڪ گهاٽي جهنگ ۾ رات پئجي ويئي. پاڻ ۾ ٺهرائو ڪيائون ته، ”هڪڙو هڪڙو جٹو، واري تي پهرو ڏئي.“

پهريون پهر، بادشاهه جو پٽ، پهرو ڏيڻ لڳو، ۽ پيا سمهي پيا، اچا گهڙي ڪن مس گذري ته سندس نگاهه، هڪڙي

(١) وڪري = وڪر وڪڻڻ وارا، واپاري ساڃا = خوش، آسودا.
(٢) ڏوهيا = سڪٹا، خالي، سڃا، غريب.

نانگ تي وجي پيئي، جو چانڊوڪيءَ رات ۾ پنهنجي "مڻ"
ڪڍي ان سان راند ڪري رهيو هو. بادشاهزادي کي مڻ
جي خاصيت جي خبر هئي، سو چا ڪيائين جو مينهيءَ جو ڪ
پري، ڪٺي نانگ جي اکين ڏي اڇلايائين، جنهنڪري هو
انڌو ٿي پيو، ۽ شهزادي، اها مڻ کڻي، کيسي ۾ وڌي.

پئي پهر تي، وري وزير جو پٽ پهري تي آئيو، ۽
چونڪي ڏيڻ لڳو. ٿوري وقت کان پوءِ، هن جي به نانگ
تي نظر پئي ۽ ان جي "مڻ" هٿ ڪري، پنهنجو وقت گذاري
پاڻ سمهي پيو ۽ قاضيءَ جو پٽ پهري لاءِ آئيو.

ٽئين پهر ۾، قاضيءَ جي پٽ به پهرو ڏيئي، اهڙيءَ طرح
هڪڙي "مڻ" هٿ ڪئي ۽ ان کان پوءِ، ڪوٽوال جو پٽ،
پهري لاءِ آئيو. انهيءَ به هڪڙي "مڻ"، پنهن دوستن وانگر،
هٿ ڪئي.

هر هڪ دوست کي، جيڪا "مڻ" هٿ آئي هئي، سا
در حقيقت "لعل" هئي. ڪوٽوال جو پٽ، جنهن پنهن دوستن
جيترو مال نه ڏٺو هو، نه وائڙو هو، تنهن دل ۾ خيال ڪيو ته
ڏسان ته هنن وٽ به ڪا سون جهڙي قيمتي شيءِ آهي يا نه؟
تنهنڪري ٽنهي سمهيل دوستن جي سامان ۽ کيسن جي تلاشي
وٺي، هر هڪ جي کيسي مان لعل ڪڍي، پنهنجي لعل سان
گڏ، سڀ جي ابدائي ۾ لڪائي ڇڏيائين.

شهزادي، وزير زادي ۽ قاضيءَ جي پٽ، پنهنجي پنهنجي
لعلن جي چوريءَ جو احوال، هڪ ٻئي کان به لڪائي ڇڏيو،
مگر افسوس ٽنهي کي هو.

آنهيءَ جهنگ مان لنگهڻ کان پوءِ، هڪڙو وڏو شهر نظر آين،
جنهن جو بادشاه نهايت انصاف پسند هو. هي سڀ بادشاه جي
ڪچهريءَ ۾ آيا ۽ بادشاهه وٽ، انهن لفظن ۾ فرياد داخل
ڪيائون ته لعل به لڌي، پريت به رهجي اچي. بادشاهه اها

ڳالهہ ٻڌي وڏي ويچار هيٺ اچي ويو. گهڻو ڏي خيال ڪيائين، مگر ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آيس. دربار مان آئي، محلات ۾ ويو. نہ ڪنهن سان ڳالهايائين نہ ٻولهايائين، وڃي پلنگ تي پاسيرو ٿي پئجي رهيو. شهزادي، جا سندس وڏو نياڻي هئي، تنهن سندس اهو حال ڏسي، سمجهي ورتو تہ: ”بابا، اڄ ڪنهن وڏيءَ مونجهہ ۾ آهي.“ اهو خيال ڪري، پيءُ وٽ آئي ۽ پڇيائينس تہ: بابا سائين، ڀلو تہ خير آهي؟ اڄ ايتر يقدر، ڪهڙي ڳالهہ جو ويچار آهي؟“ بادشاهہ کيس ٻڌايو تہ ”اڄ مون وٽ فيصلو آيو آهي تہ: لعل بہ لڀي، پر يت بہ رهجي اچي. انهيءَ مونجهہ منجهائي وڌو آهي.“ شهزاديءَ چيس تہ، ”اهو فيصلو سولو آهي، منهنجي حوالي ڪريو تہ آءٌ پاڻيهي فيصلو ڪنديس.

ٻئي ڏينهن تي، بادشاهہ چار ئي ماڻهو (شهزادو، وزيرزادو قاضيءَ جو پٽ ۽ ڪوٽوال جو پٽ) شهزاديءَ ڏي موڪليا. شهزاديءَ چين تہ، ”آءٌ، اوهان جو فيصلو ڪنديس، مگر شرط اهو آهي تہ اوهين آٺ ڏينهن مون وٽ ماني کائو. يعني: اوهان مان، روزانو هڪڙو، مون وٽ اچي، پنهنجي ماني کائيندو، پوءِ پنهنجي ٽن دوستن جي ماني کڻي ويندو. هنن قبول ڪيو.

پهرئين ڏينهن شهزادو، ماني کائڻ ويو. شهزاديءَ کيس ماني تہ ڏارائي، مگر جنهن کٽ تي، هو ماني کائي رهيو هو، تنهن تي هڪڙو لعل بہ رکيائين؛ مگر شهزادي، ان ڏي نهاريو بہ ڪونہ؛ ڇاڪاڻ تہ هن، انهيءَ کان بہ وڌيڪ قيمتي لعلون، پنهنجي گهر ۾ ڏسي ڇڏيون هيون. هو پاڻ ماني کائي، شراب پيئي ٽنهي دوستن جي ماني کڻي هليو ويو. اهڙيءَ طرح ٻئي ڏينهن وزيرزادو ويو. شهزاديءَ، ان جي کٽ تي بہ لعل رکيا، مگر وزيرزادي، اک کڻي، انهن ڏانهن نهاريو بہ ڪونہ.

ٽئين ڏينهن، وري قاضيءَ جي پٽ جو وارو آيو، جنهن جي اڳيان شهزاديءَ ٽي لعل رکيا. مگر هن انهن ڏي ڪو به توجه ڪونه ڪيو. چوٿين ڏينهن، ڪوٽوال جي پٽ جو وارو آيو. شهزاديءَ، ان جي اڳيان به ٽي لعلون رکيون. ڪوٽوال جو پٽ، جنهن ڪڏهن به اهڙو آڇو ۽ اعليٰ شراب نه پيتو هو، سو هتي پيئڻ سان مدهوش ٿي ويو ۽ لڳو بڪ شڪ ڪرڻ. شهزاديءَ کي چوڻ لڳو ته: "شهزادي صاحبه! تو وٽ رڳا ٽي لعل آهن، مگر مون جهڙي غريب وٽ، انهن کان به گهڻو بهتر ۽ وڌيڪ قيمتي چار لعل آهن." ائين چئي، انهيءَ مدهوشيءَ جي حالت ۾، آهي پنهنجي سمٽ جي آبدائي مان ڪڍي، شهزاديءَ جي آڏو رکيائين. شهزاديءَ آهي چارئي لعل، پاڻ وٽ رکي ڇڏيا ۽ دل ۾ ڏاڍي خوش ٿي، جو چور لڌائين.

پنجين ڏينهن واري تي، وري بادشاهزادو آيو. ان کي ماني کارائي، خوش ڪري، انهن چئن لعلن مان، هڪڙو لعل ڏيئي چيس ته: "ڪڻ پنهنجو لعل ۽ سڃاڻ ته آهو اٿيئي يا ڪو ٻيو؟" هن جواب ڏنو ته، "هائو، اهو منهنجو لعل آهي." اهڙيءَ طرح واري وٽيءَ سان، سڀني کي پنهنجو پنهنجو لعل ملي ويو ۽ ڪنهن کي به خبر ڪانه پيئي، ته اهي ڪنهن وٽان نڪتا. اهڙيءَ طرح لعل به لڌائون ۽ برپت به رهجي آين.

مطلب: جيڪڏهن ڪو معاملو درپيش اچي ته ان کي اهڙي نموني نبيرجي، جو معاملو به ٺهي وڃي ۽ محبت به نه وڃي.

## ٢١ـ اهو سون ٿي گهوريو، جو ڪن ڇني:

اهو ڪم ٿي گهوريو، جنهن مان فائدي بدران نقصان يا خرابي ٿئي.

ايران ۾، نوشيروان کان به اڳ، ڪَنَ جو زيور، "سونو والو" هوندو هو. "روپو" ۽ "لوهو والو" ڪنيز (ٻانهيءَ) جو هوندو هو. پوءِ "سونن دُرن" جو رواج نڪتو ۽ پوءِ نوشيروان جي ڏينهن ۾، "موتين جي دُرن" جو رواج پيو. انهيءَ وچ ۾ ترڪستان جي زالن ۾ "مَرِواريد" ۽ "سونن جهومڪن" جو رواج پيو. نوشيروان جي حرمَن، "جهومڪن" جي گهر ڪئي. تنهن تي نوشيروان فرمايو: "يا دو گوش بايد، يا دو نيلم." يا ڪنن جو خير گهرو، يا (ٻيرا) جهومڪ (دو نيلم) پايو. (لغت - ملا همداني گورگاني) اڄ تائين ايران ۾ جهومڪن جو رواج نه پيو آهي.

نوشيروان جي فرموده جو ترجمو ٿيو: اهو سون ئي گهوريو، جو ڪَن ڇني.

## ٢٣- اهڙي جٽ ڪياڻينس، جهڙي پرڙو ڪري ٻارن سان:

جو ڪي جٽ يا تعدي ڪرڻ.

هڪ دفعي پرڙو (مسلمانن جي هڪ ذات)، پنهنجي دوست جي گهر، مهمان ٿي ويو. صبح سان، مهمان کي نيرن ڪرائي، گهر جا ڀاتي، رُونبي تي ويا ۽ مهمان کي چيائون ته "ٻارڙن جي سنڀال ڪج."

اجا اڌ ڪلاڪ مس گذريو ته ٻارن رئڻ شروع ڪيو. ويچارو مهمان، گهڻوئي ٻارن کي پرچائي، پر ٻار ماٺ ئي نه ڪن! جڏهن مهمان کان ڳالهه زور وٺي ويئي، تڏهن ٻارن کي گنديءَ ۾ وجهي چڙهائين. جڏهن منجهند جو، گهر جا ڀاتي، رونبي تان موٽيا، تڏهن مهمان کان ٻارن جو پڇيائون. مهمان، گنديءَ جو ڏَسُ ڏنن.

اهڙيءَ آڻ سهائيندڙ حالت کي ڏسي، ڪنهن ائين چيو.

## ٢٣- آهي ٽنيائي مري ويا، جيڪي گهيڏا ڏيندا هئا، سخي مرد آئي ويا.

ٽنيا، جناب غوث بهاءُالدين زڪريا ملتاني (٥٦٦-٦٦٦ ھ) جا مريد آهن، جي ڀاڱ ڪي فقير گهر سڏائين ٿا.

"ملتان وارن بزرگن جا ڪيترائي خدا رسيدا مريد سنڌ ۾ ٿي گذريا آهن، جن مان ڪيترن تي ته زبردست ميلا به لڳندا آهن. جيسلمير جي هندو راجا جو نوجوان راجڪمار، حضرت غوث بهاءُالدين جي بيعت حاصل ڪري مسلمان ٿيو، جنهن کي روحاني فيض سان مالا مال ڪري، پوءِ حڪم ڏنائين ته: "سنڌ ۾ وڃي رهه ۽ روحانيت جي تبليغ ڪر." مخدوم عبدالله پراڻن حالن ۾ اچي رهيو ۽ وڏو فيض بخش بزرگ ٿي گذريو هو" (١).

سنڌ ۾، غوث صاحب ۽ ان جي جانشينن جا ڪيترائي مقرر ڪيل خليفا هئا. جيئن: ڄام ڏاتار (مقبرو ڳوٺ ڪڏڙي تعلقه سنجهوري جي نزديڪ)، سخي داد واهي (درگاهه داد واهه جي ڪناري تي تعلقه نوشهره فيروز ۾)، خليفه ونهيون (مقبره نصرپور شهر پران)، درويش سينهڙو (مقبرو ٽنڊو الهيار پران)، مخدوم عبدالرحمان (سامارو شهر جي نزديڪ) وغيره (٢).

ٽنيا فقيرن مان به ڪي خليفا هوندا هئا، جي ڳوٺ ڳوٺ مان، مريدن کان گهيڙو وٺي، پيرين پيادو، مرشد سائين حضرت غوث بهاءُالدين زڪريا ملتاني جي درگاهه شريف تي ويندا هئا. خليفن سان گڏ، هزارين ماڻهو به شامل هوندا هئا. محترم الله بخش ٽنيي فقير جي روايت موجب: ١٩٢٠ع کان خليفن، پيرين پيادو گهيڙن نيڻ جو رواج بند ڪيو. هينئر ته سنڌ مان

---

(١) تاريخ سنڌ ڀاڱو ٽيون صفحو ١٩٧-١٩٨ عبدالغني عبدالله.

(٢) تاريخ سنڌ ڀاڱو ٽيون ٢٠٠-٢٠١ عبدالغني عبدالله.

ڀيرين پيادو ڪوبہ ڪونہ ويجي. جنهن کي درگاهہ شريف جي زيارت جو شوق ٿئي، سو ريل تي چڙهي، آتي نذرانو ڏيئي اچي.

هينئر جيئن تہ هرڪو پنهنجي پورو آهي، تنهنڪري اهڙو ڪوبہ تنيو ڪونہ آهي، جو ڀيرين پيادو گهيٽو ڏيئي اچي، تنين جي اهڙي حالت کي ڏسي، ڪنهن ائين چيو.

(ب)

## ٢٤- ٻُڇڙو ڪتو، ڏڏي پٽائي:

ڪنهن گهر وٽان، ڪي ٻه ڄڻا لنگهيا ته ڪتي مٿن روڙ (آلر) ڪئي. هڪ دوست، ٻجو (پونڊو) ڏيئي، چيس ته "لڪ لعنت هجي، تنهنجي ڏاريندڙ [ڏاريندڙ- مالڪ] کي". پر ڪتي ٻڌڻ ڪان بس نه ڪئي پوءِ، ٻهڙي لٺ پيو ڪوڙيس، تڏهن ٻئي دوست چيس ته، "هي ڪتو، فلاڻي دوست جو آهي، متان دل ۾ ڪري!" تنهن تي لٺ ڦيري ڪري، ڪتي کي چيائين ته، "ڪتا، تو نه لڄ، پر تنهنجي ڏڏيءَ لڄ". يعني اي ڪتا، تنهنجي لڄ نٿي ماري، پر تنهنجي ڏڏيءَ جي!

مطلب – جيڪو ٻڇڙي هلت هلي ٿو، سو پنهنجن ڏڏن کي پٽائي [گاريون ڏياري، گهٽ وڌ ڳالهرائي] يا بدنام ڪري ٿو.

## ٢٥- ٻَخت ڏِئي پيڙو، ته دال مال سيرو:

دال مان سيرو يعني اٽ هوندمان يا سڄائيءَ مان آسودگي.

ڳالهه ڪندا آهن ته ڪنهن پوليس عملدار سان، سندس وڏو آفيسر، ايترو ته ناراض هو، جو هو ڪيس پوليس ٿاڻي تي ويٺو به نه سهندو هو. اچا هڪڙي پاسي کان نوڪري ڏيئي، ٿاڻي تي مس پهچندو هو ته سندس آفيسر، وري ڪيس، ڪنهن نئين ڪم پويان پڄائيندو هو. مطلب ته سندس ساروئي مهينو ائين گذرندو هو.

هڪڙي دفعي اهو نئڙو عملدار، رات جي وقت اچا ٿاڻي تي پهتوئي مس ۽ ماني کائي، پورو ٽڪ به نه پڳو هئائين ته وڏي عملدار گهرائي چيس ته، "فلاڻو ماڻهو، ڪنهن

ڏوهه ۾ گهر بل آهي، ڦڇي ڪيس پڪڙي اچ". هيءُ و يچارو، حڪم جو ٻندو! "حاضر سائين، جئي، گهوڙي تي لانگ ورائي، روانو ٿيو. بيگاه وقت جي ڪري، سڙڪ ڇڏي، جهنگ مان هڪڙي ڦڻال ڪڙيي جو ڪپ ڏيئي، ان ڳوٺ ڏانهن ٿي و يو، جنهن ۾ گهر بل ماڻهوءَ، جو ڏس مليل هوس. اوچتو گهوڙي جي سنب، ڪنهن اهڙيءَ سخت شيءِ سان لڳي، آواز ڪيو، جهڙو ڪنهن ٽاسي جي برتن کي ڌڪ لڳڻ سان، آواز ٿيندو آهي. هو اهو آواز ٻڌي هڪدم گهوڙي تان اهي پيو. اچا هٿن سان، مٽي هيڏانهن هوڏانهن هٽايائين ته ڪيس هڪڙي ديگ نظر آئي، جا ساري سونين مهرن سان ڀري پئي هئي! خر زين ۾ تو برو ڀري يائين، ڪيسا به ڀَرَ ڪيائين ۽ بچي پيل مهرون هڙ ڪري ٻڌائين! مطلب ته ديگ ۾، ڪانه ڇڏيائين ڪاٺ ڪا هڪڙي مهر! سندس ڳوٺ اُتان ميل-ٻن پنڌ تي هو، جنهنڪري راتو واه سارو خزانو گهر رکي، وري پوئين پير ين موٽيو ۽ جنهن ماڻهوءَ کي پڪڙڻو هوس، تنهن کي پڪڙي عملدار جي حوالي ڪري، پنهنجي استعفا جي عريضي ڏيئي، گهر هليو آيو.

گهر ۾ ته، غيبي خزانو موجود هوس، جنهن مان، زمين ۽ ٻي ملڪيت خريد ڪري، اميرانو گذر ڪرڻ لڳو. ماڻهن ۾ چو پچو شروع ٿي ته هيءُ اڳ ۾ هڪڙو رواجي سپاهي هو ۽ هينئر امير بنجي ويو آهي! تنهن تي ڪنهن سالڪ چيو ته:

"ادا، جي بخت ڏئي ييڙو، ته دال مان ٿئي سيرو."

## ٢٦- ٻي شرمي دي سيري ڪنون،

## ساڳ سرنهن دا چوڪا،

ڪو ماڻهو، پرائي سڌ تي ويو. هن و يچاري کي، ٻين غريبن وانگر رواجي ڪاڌو، مليو ليڪن وڏيرن ۽ ٻين ماڻهن

ڪي ڀوڙ پلاءُ، چاشني، سيرو وغيره مليو. ھن ويچاري ٻہ سيري جي گھڻ ڪئي، ليڪن ڪو نہ مليس. جڏھن گھر ويو، تڏھن گھر واريءَ سان اھا ڳالھہ ڪيائين، جنھن ھڪدم سيرو تيار ڪري ڪارايس ۽ مٺيون پهاڪو ڏنو.

مطلب – پرائي ڀوڙ پلاءَ ڪان، پنھنجي رُکي سُکي بہ ڀلي. پرائو سيرو گھڻي ڪائڻ، سو آھي پنھنجو شرم وڃائڻ، تنھن ڪان گھر جو رڌل ساڳ صدبار بھتر آھي.

ڀلي اُسُک ڀَرم جيي، شال نہ وڃي شان.

(ٻ)

## ٢٧- ٻارڻ ٻهون ڪجن، ته ٻه رڙا رجهن ڪِين ڪِي:

هڪڙي ماڻهوءَ، وَتَ خاطر، مٽرن جا ڪُهرَ رڌي، پنهنجي دوست کي کارايا. کهڙن کائيندي، مٽر ي (رَڙو[١] سخت مٽر جو قسم) ڏندن هيٺان اچي ڀڃي نه پيئي، تنهن تي کائيندڙ ائين چيو.

مطلب- بدمزاج ماڻهوءَ کي ڪيتري ٻه تنبيهه يا نصيحت ڪجي، ته رائگان وينديءَ، ڇاڪاڻ ته اهو پنهنجي فطري سڀاءَ کان مجبور آهي.

## ٢٨- ٻاليتو، نه ساليتو:

ڪنهن ڳوٺ ۾، هڪڙو هندو سيٺ رهندو هو، جنهن کي وڏي آکهه هئي. ڳوٺ ۽ آسپاس وارا، ڪيس سيٺ سيٺ ڪري سڏيندا هئا. هڪ دفعي، ڳوٺ جو هڪڙو ڪهرجائتو ماڻهو، وٽس هڪ هزار روپئي لاءِ آيو. سيٺ چيس ته، ”پيارا، مون وٽ ڪاري پائي ٻه موجود ڪانهي“ غريب سمجهيو ته سيٺ، شايد مون سان چرچا ٿو ڪري، سو ڪيس گهڻيءَ منٿ کان پوءِ وري ٻه چيائين ته، ”مون کي سخت لوڙ آهي“. مگر سيٺ کان وري ٻه ساڳيو جواب مليو. آتي هڪڙو، ٻيو ماڻهو ٻه

---

[١] ”رڙو“، مٽرن جو قسم آهي، جنهن کي عام طرح ”مٽري“ چولدا آهن. دائو، مٽر کان سنهو ٿيندو آهي، ليڪن اهڙو ته سخت ٿيندو آهي، جو ڪُني ۾ ڪيترو وقت ٻه وجهندؤ، ته ٻه له ڳرلدو. الهيءَ ڪري ڪڙسي، مٽريءَ جو ڳاه، مٽرن کان الڳ ٿو ڪيندا آهن. ٻارڻ= ٻاهه. ٻهون= گهڻو.

ويٺو هو، جو سيٺ کي، ٻڌو بي سڃاڻندو هو، تنهن سيٺ کي چيو ته، ”هي ته به ڀيڻل ۽ معزز ماڻهو آهي؛ مگر گهرج سبب تو وٽ آيو آهي، هن جو ڪم ڪريو. تون هيڏو سارو شاهوڪار ماڻهو ۽ تو وٽ پيسو ڪونه هجي! اها ڳالهه وِسهندو ڪير؟“ تنهن تي سيٺ چيو ته، ”پاليتو نه ماليتو“. يعني جيڪو وڏي ڪُٽنب يا عيال وارو هوندو، تنهن جو خرچ به اوڏو ئي هوندو، تنهنڪري ونس بچت خير ڪا هوندي.

## ٢٩- ٻُڏي ٻيڙي جون هُريڙون ٻه ڀليون:

جتان ڪجهه ملڻ جي اميد نه هجي، اتان ڪجهه ملي ته غنيمت.

اڳي واپار، ٻيڙين تي هلندو هو. هينئر به درياه جي ڪنارن وارن شهرن جو واپار، ٻيڙين رستي هلي ٿو.

هڪ ٻيڙي، سامان سان ڀري پئي ويئي. واٽ تي ٻيڙيءَ کي طوفان اچي گهيرو ڪيو. ملاح ويچاري گهڻي حڪمت هلائي، پر ٻيڙي لوڏن لمن کان بچي نه سگهي. آخر ٻيڙي ٻڏي ويئي. ٻيو سامان ته درياه داخل ٿي ويو، باقي هريڙن جي ڳوڻ، ترندي ويئي، جا ملاح هٿ ڪئي. واپاريءَ شڪرانا بجا آڻي، ائين چيو.

## ٣٠- ٻه شينهن ٻيلي ۾ نه ماپن:

هڪ ٻيلي ۾، ٻيلائي شينهن هو، تنهن جانورن کي تباه پئي ڪيو. جانورن گڏجي، لومڙ کي، عرض ڪيو ته ”تون، جانورن ۾ ڏاهو آهين. هن شينهن کان اسان جي جند ڇڏاءِ“. لومڙ چيو، جو ڇپندي ڇپندي وڃي شينهن کي عرض ڪيو ته، ”قبلا سائين، هي ٻيلو تنهنجي بادشاهي جو آهي، جنهن ۾ ٻيو شينهن اچي رهيو آهي. هلو ته ڏيکاريانو“. پوءِ هڪ کوهه تي وٺي وڃي، پڪ جي مٿان ڪيس بيهاري، سندس پاڇو کوهه ۾

ڏيکار يائين. شينهن کي غيرت آئي ۽ گجگوڙ ڪري، ڪوهه ۾ ٽپو ڏنائين ۽ اتي ئي مري ويو. انهيءَ تان ڪنهن ائين چيو.

مطلب - ٻه طاقتون هڪ هنڌ رهي نه سگهنديون. هر هڪ ائين چاهيندي ته سڀڪجهه منهنجي ئي هٿ ۾ هجي.

## ٣١- ٻلي سَتَ ڪُئا کائي، حج چڙهي!

هڪڙي ٻلي، روزانو ڪئا کائيندي هئي. جڏهن هن ڏلو ته ڪئا، کانئس تنگ آيا آهن، تڏهن کين گهرائي، دلداري ڏني، چيائين ته، "مان حج جو ارادو رکان ٿي. ٻچاڙيءَ ۾ چاهيان ٿي ته اوهان کان ڪنهن سهڻي نموني موڪلايان. تنهنڪري مرضي اٿو ته سڀيئي گڏجي، منهنجي آڳ تي خوشي ڪيو". ڪُئن کي ٻه اهائي ڳالهه کپندي هئي، سو وٺي نچڻ شروع ڪيائون. ايترو ته نچيا، جو زمين کان سيئي اڏامڻ لڳي. ٻلي، اهو وجهه وٺي. هڪ ڪُئي کي هَپو ڪري، وٺي. جڏهن ڪُئن ناچ بند ڪيو، تڏهن ٻليءَ چين ته، "ٻيو ڀيرو به نچو". ويچارن، هن دفعي به اهڙو ئي ناچ ڪيو ۽ ٻليءَ وجهه وٺي، وري به هڪ ڪئو کاڌو. اهڙيءَ طرح ستَ دفعا ناچ ڪرائي، ستَ ڪئا ڳرڪائي ويئي. ڪئا ويچارا ڪهڙي وَهم وچن! ڏسن ٻه ٻيا ته ڀيري ڀيري سان، هڪ ڪئو ڪمي ٿو، پر ڪير ڪچي! ٻلي چين ته، "هي آخرين ڀيرو ناچ ڪيو، پوءِ مان هلي ويندس". زور اگهيان زاري! وري ويچارن نچڻ شروع ڪيو. ٻليءَ چين ته "زور سان ناچ ڪيو." تنهن تي هڪ ڏاهي ڪُئي، سڀني کي پنهنجي ٻوليءَ ۾، نفرت وچان چيو ته، "پري پري ٿي نچو، متان حاجاڻيءَ چنبي اچو. پري پري ٿي نچو، متان حاجاڻيءَ چنبي اچو،" ڪئا، هڪدم ٽڙي پکڙي، نچڻ لڳا. هن ڀيري، ڪئن جي خبرداري ڪان،

ٻليءَ کي وجهه ڪو نه مليو. پوءِ ٻليءَ لاچار ٿي، ڪئن کان موڪلايو.

هڪ ڪئي، ٻليءَ جي انهيءَ حالت کي ڏسي، اڳين چيو.
مطلب - جڏهن ڪو ٻڇڙو فعل ڪندو رهندو آهي ۽ وري اڳين به چوندو رهندو آهي ته مان انهيءَ ٻريءَ عادت کان باز آيو آهيان، تنهن لاءِ اڳين چئبو آهي.

## ٣٢- ٻلي شير پڙهايا، ڦر ٻلي ڪُون ڪاوڻ آيا:

چڱائيءَ جو ٻدلو ٻرائيءَ ۾، لچ سان چڱائي ڪرڻ، پنهنجي لاءِ مصيبت خريد ڪرڻي آهي.

هڪڙي ماڻهوءَ، شينهن جو ٻچڙو ڌاريو. گهر ۾ ٻليءَ سان گڏ، ڪائيندو پيئندو ۽ گهمندو ڦرندو هو. ٻلي، ڪتن کي چئبو هٽي، ڦاسائيندي هئي ته هي به ڏسندو هو. آخر ٻليءَ کان، چئبي هٽڻ جي استادي به سکيو. هڪ دفعي، جيئن ٻلي، پنهنجي خيال ۾ ويٺي هئي. تيئن شينهن جي ٻچڙي، ٻڌيان چئبو هنيس، پر ٻلي کسائي، وڻ تي چڙهي ويئي ۽ چيائين:

ٻلي، شير پڙهايا، ڦـر ٻلي ڪُون ڪاوڻ آيا،
چـڱا ٿيا جو مـَين تـَيڪون، چـَڙهڻ نه سـِکلايا.

## ٣٣- ٻليءَ جي "ميائو ميائو" ڊيڄاري ڏي:

ظالم جـو خوف ۽ ان جـو رعب، غريبن کـي هميشه ڊيڄاريندو رهندو آهي.

هڪڙي ٻليءَ، ڪئن کي ڏاڍو تنگ ڪيو هو ۽ منجهانئن ڪيترن کي ته ڪائي ڪپائي بـه ڇڏيو هئائين. باقي جيڪي بچيل هئا، تن هڪڙي ڏينهن، پنهنجي بچاءَ لاءِ، صلاح مصلحت ڪرڻ شروع ڪئي. هڪڙي چيو ته "جيڪڏهن ٻلي، مون کي هٿ اچي وڃي، ته مان جيڪر هڪدم سائس چنبڙي وڃان ۽

سندس ننهن، پنهنجي تيز ڏندن سان ڪتري، بيڪار ڪري ڇڏيان!" ٻئي چيو ته "آءٌ جيڪر سندس ننڍڙا ننڍڙا چڪ پائي، لڙڪي پوان!" ۽ ٽئين وري الاپيو ته "آءٌ جيڪر ڪن ۾ هٿ وجهي، پڪڙي ڪٽي وجهانس!"

اهڙيءَ طرح خيالي پلاءُ پچائي رهيا هئا. هڪڙو پوڙهو ۽ تجربيڪار ڪئو، جو چُپ چاپ سندن ڳالهيون ٻڌي رهيو هو، تنهن کي چيائون ته "چاچا! اوهين ماٺ ڪيو ويٺا آهيو، ڇو ڪجهه ڪچو نٿا؟ ڪا صلاح ته ڏيو"! پوڙهي جواب ڏنن ته "پٽ، اوهين آهيو نادان. اجايون ڳالهيون ڪري، پيا ٿا خوش ٿيو! جڏهن هن رکو هڪ دفعو "مياٺو" ڪٽي ته ڪوليا به نه لڀندا. ٻليءَ کي بعد ۾ پڪڙجو، پهريائين رکو آن جي "مياٺو" کي ته پڪڙيو!

اهو ٻڌي، سڀئي ڪئا، ٻليءَ جي "مياٺو" کان ڊڄي ڀڄي ويا!

## ٣٤- ٻني سائي جي سائي، ڳاهي ٻڪئي جو ٻڪيو:

هڪڙي ڪڙميءَ کي، شهر جي ٻاهران، ڪو زمين جو ٽڪرو هو، جنهن ۾ پوک ڪندو هو. ڪڙمي ويچارو، "کيتي سر سيتي" تي عمل ڪندڙ هو، پر تڏهن به ڪو ڳاهي (ڳاهه ڪندڙ)، سندس ٻنيءَ مان، ڳاهه ڪري ويندو هو، ڪڙميءَ ڏاڍي تاڙ رکي، پر ڳاهي، اهڙي اک وٺي، ڳاهه ڪندو هو، جو ڪڙمي کيس پڪڙي ئي نه سگهندو هو. جڏهن ڪڙمي تنگ آيو، تڏهن ڪنهن سڄڻ سان سور سليائين، جنهن چيس ته "مون کي سر زمين هلي ڏيکار". جڏهن ٻئي زمين تي آيا، تڏهن ڪڙميءَ، هن کي اهي ڳاهه وارا هنڌ ڏيکاريندو رهيو، جتان ڳاهيءَ ڳاهه ڪيو هيو. جڏهن سڀ هنڌ ڏسي رهيو، تڏهن دوست چيس ته، "ڳاهي ته ڳاهه ڪري ويو، پر انهن

جاين تـي ٻني سائي لـڳي پيئي آهـي. ٻني سائي جـي سائي، گاهي ٻڪئي جو ٻکيو".

مطلب ـ جڏهن ڪنهن جي چوري ٿئي، تڏهن ان کي دم دلاسي ڏيڻ لاءِ، ائين چون. جيئن گاهي سچو هوندو آهي ۽ ٻني سائي. اهڙي نموني چوري ڪندڙ کي به "روهين رلا مٿي ڪـَلا" هوندا.

(ٻ)

## ٣٥- ٻاڙهن مٿان پيت، ڪانون ڪيرائي:

هڪڙو شخص زال سوڌو، ڪنهن دوست جي شادي خانه آبادي تي پئي ويو ته، واٽ تي ۾ شاهينگ مليس، جنهن سندس زال ۾ ٻڇڙي نگاه وڌي ۽ ڦيري آيس. ويچارو اڪيلو ڇا ڪري! آخر انهن ماڻهن کي چيائين ته، ”اڳيان هُو ڪوهه ڏسجي ٿو، اتي هلو ته ٿورڙي نماز پڙهي، پوءِ گهر واريءَ کان موڪلايان.“

ڪوهه جي پرسان ڪن ايامن جي پراڻي پيت ٻيٺل هئي، جنهن جي پرسان هيءُ به رهزن ويهي رهيا. پوءِ هُو ويچارو، وضو ساري، نماز جو فرض ادا ڪرڻ لڳو ۽ سندس گهرواري، پرسان ويهي رهي. جڏهن هُو، ٻوڙين سجدي ۾ آيو ته، ايڏو ته محو ۽ مستغرق ٿي ويو، جڏهن سجدي ۾ ئي پيو رهيو.

هوڏانهن سچ لهڻ تي هو ۽ ڪانوَن به ڪوهه تي اچي، ڪانگيرو شروع ڪيو. ڪي وڻن تي پيا ويهن ته ڪي پت تي! پيت تان، ڪانوَ هر آڏاسن ۽ هر ويهن. هڪ دفعي، جڏهن ڪانوَ پيت تان جيهڙ ڪائي آئيا ته پيت لوڏو کاڌو ۽ ڌڙو وڃي رهزن جي مٿان ڪيائين. ٻئي هيٺان ۽ پيت مٿان!

مائيءَ، گهر واري کي چيو ته، ”ميان، اٿ آٿ، جو ٻاڙهن جي مٿان ڪانون پيت ڪيرائي وڌي آهي“ پر هو سجدي ۾ ئي پيو رهيو. آخر گهرواريءَ جي زور پرڻ تي اٿيو ۽ ٻاڙهن مٿان پيت ڪيرڻل ڏسي، بارگاه الاهي ۾ دست بدعا ٿيو.

مطلب - ٻچڙي ماڻهوءَ کي، پنهنجي ٻچڙي نيت جي سزا، آوس ملندي آهي.

## ٣٦- ڀاءُ، آهي ڀاءُ، پر جي ٿئي دشمن تہ ڪيڏي ساهہ.

جهڙو نفعو، ڀاءُ کان ٿيندو، تهڙو ٻئي کان هرگز ٿي نہ سگهندو. پر جي ڀاءُ ڦيري، دشمن ٿئي تہ آن جهڙو نقصان، ٻيو پهچائي نہ سگهندو.

حضرت آدم عليہ السلام جي ٻن پٽن هابيل ۽ قابيل جي وچ ۾ تڪرار ٿي پيو. قابيل، شيطان جي ورغلائڻ تي، هابيل کي مٽي وارو اهڙو ڏنهو ٺوڪيو جو هو مري ويو! ان جي فوت ٿيڻ ڪري، قابيل ڊپ کان ڪيترو سارو زمانو جهنگلن ۽ جبلن ۾ پٽڪندو رهيو. آخر يمن جي ملڪ ۾ پهچي، خدا جي نافرماني ۽ ڪفر اختيار ڪيائين.

دنيا ۾ اهو پهريون ئي پيرو هو، جو ڀاءُ، ڀاءُ کي ماريو. انهيءَ وقت کان ڀاڪو مشهور ٿيو.

## ٣٧- ڀائر ڪوٽ جا ڪنگرا، پٽ گهر جي سونهن، ويٺا ڪن ورونهن، ڏچڻ، ڏورائين ڏري.

ڪنهن غريب کي، اهڙو تہ ڀاڳ لڳو، جو جنهن شيءِ ۾ هٿ وجهي، تنهن ۾ برڪت! ڪيس، ٿي ڀائر هئا، جي پڻ لڏي لڏڪي لائق ٿيا ۽ سڀ ڪمائڻ کي لڳي ويا. هن کي چار پٽ بہ ٿيا، جي اڄ ننڍا سڀان وڏا جي مثال، جوان ٿي پيا. مطلب تہ غريب جو ويڙهو ئي پنهنجو! جڏهن ڀائر، پاڻ ۾ رهاڻ ڪندا هئا، تڏهن مخالفن جي ڇاتي ڇڄي پوندي هئي. وري جڏهن پٽ بہ، ڪٺا ڪري اچي آڏو ويهندا هئس، تڏهن تہ دشمن کي، آتان سينو ساهي، لنگهي سنگهڻ جي مجال ئي نہ ٿيندي هئي.

انهن جي ايڪي ۽ الفت کي ڏسي، ڪنهن سالڪ ائين چيو.

”ڀاڻر ڪوٽ جا ڪنگرا، پٽ، گھٽر جي سونهن،
ويٺا ڪن ورونهن، ڏچڻ، ڏورائين ڏري.“

مرحوم رئيس فتح خان اها چوڻي وري هيئن ٻڌائي:

”ڀاڻر، ڪوٽن ڪونگرا، پٽ گھٽرن جي سونهن،
ڏيون، ڏرم پاليون، جي آبي-آما ورونهن، (١)
سڄڻ ساٿوري ٿيا، ڪَونڌن سندي ڪونهن، (٢)
ڏچڻ ۽ ڏونهن، پريان ٿي پوء پيا.“ (٣)

## ٣٨- پَري پيڙيءَ ۾ واڻيو ڳورو:

غريب جو واهي الله.

اڳي، درياه تي گھڻو ڪري پليون ڪونه هونديون هيون، جنهنڪري واپار ۽ ماڻهن جي اچ وڃ، پيڙين تي ٿيندي هئي. هينئر به درياه تي اهڙا ڪيترائي پتڻ آهن، جن تان پيڙيون اچن وڃن ٿيون.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙي پيڙي، اها ڪناري کان ٿورو اڳيرو هلي ته پيڙي ٻڏڻ جو انديشو نظر آيو. ناکئي چيو ته ”ڪجهه ماڻهو لهن، ورنه پيڙي درياه داخل ٿيندي.“ هرڪنهن ائين پئي چيو ته: ”مان نه لهان!“ ڀلا، لهي سو لهي ڪير! آخر انهيءَ ڳالهه تي متفق ٿيا ته سڀ ماڻهو صف ٻڌي بيهن، جنهن جو به ”نائون“ نمبر اچي، سو پيڙيءَ

(١) ڏرم پاليون ڏيون = نڪاح واريون، شريف، سلڇڻيون.
ورونهن = واندر.

(٢) ساٿوري = سات ڏيندڙ، مددگار، ڪونڌن = پهلوانن.
ڪونهن = طاقت.

(٣) ڏچڻ = دشمن. ڏونهن = ڏنءُ، طعنو تنڪو، پريان ٿي پوء پيا = پري کان ٿي پڇي ويا.

مان لهي. ڳڻپ شروع ٿي. اول ئي اول ناٺون نمبر، خير سان هڪڙو واڻيو آيو. ٻيو ناٺون نمبر به واڻيو آيو. ٽيون لڳا ناٺون نمبر به واڻيو آيو.

مطلب ته اهين ڪرڻ سان پنجويهه ماڻهو لهي پيئا، جي سڀ ئي واڻيا هئا. واڻين جي اهڙيءَ رحم جوڳيءَ حالت کي ڏسي، ڪنهن اهين چيو.

## ۳۹- ڍَڳي سان ڍئي ڍير، جيسين رَتو راس ٿئي؛

ٿوري ڳهٽي يا سادي سودي چيز سان ئي ڪم کي هلائڻ کپي.

اڳي چرخي يا اٽڻ جو رواج گهڻو هوندو هو، شاهوڪار زالن جا اٽڻ رنگين، سهڻا ۽ قيمتي هوندا هئا.

هڪڙيءَ عورت جو اٽڻ ڀڃي پيو. هاڻي ويچاري سٽ ڪيئن ڪتي! ڪنهن ڏاهيءَ کي اٽڻ ڏيکاريائين، پر هن چيس ته، "ڪنهن ڪاريگر کي ڏيکار". هاڻي ويچاري چاڪري! ويهڻ به نه پيو اچيس، چاڪاڻ ته زالن جي وندر ئي گهر جو ڪم ڪار آهي. پنهنجي ساهيڙيءَ کي چيائين ته: "ادي، ٻن ڇئن ڏينهن لاءِ، چرخو ته اڌارو ڏينم، جو منهنجو چرخو ڀڃي پيو آهي" تنهن تي ان ساهيڙيءَ آماڪ چئي ڏنس ته، "ادي، ڍڳي سان ئي ڍير، جيسين رتو راس ٿئي.

مطلب ته ڍڳل اٽڻ سان ئي ٿورو گهڻو ڪم ڪار ڪندي رهه، جيستائين رتو (ڳاڙهو، جنهيءَ چڙهيل اٽڻ) ٺهي تيار ٿئي.

## ۴۰- ڍُلي ڍُلي ڍاڻ آئي، سا به نه ڇڻجي ڍُلي؛

ٻهراڙيءَ جو مال اڪثر ٻيلي ۾ پيو چرندو آهي، ۽ رات جو وٿاڻ ورندو آهي. اهڙي مال کي "گور" چئبو آهي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو، ”گور“ ڏور ڪي وڻ جي ڪوشش ڪندو ته هرگز وٺي نه سگهندو.

هڪ ماڻهو جا ڍور، ٻيلي ۾ چرڻ ويا. سڀ ڍور، شام جو، پنهنجي وٿاڻ (واڙ – واڙو) تي وريا، باقي هڪ ننڍڙي وڇ نه موٽي. مالڪ کي ڏاڍو خيال ٿيو. رات جو ڳولهين ته ڳولهين ڪٿي! آخر پوئين رات آسر جو پاڻهي، پنهنجي واڙي تي آئي. تنهن تي گهر جي مالڪ ائين چيو.

مطلب. جيڪڏهن ڪو ٻچڙي ڪم کان باز اچي ته، چئبو ته هن گويا اهو ڪم ڪيوئي ڪونه.

## ۱۴- ڏينگان جيهان چيز ڏڌن لنڊي رووي ڪڪڪ ڪون:

هر ڪنهن کي پنهنجي دل واري شيءِ وڻي.

ڪنڪ ۽ ڏينگ جي پوک، هڪ ٻئي جي ڀرسان ٿيل هئي، وچان صرف وڏو ٻنو ٻڌل هو. اوچتو مينهن اهڙو وسيو، جو ٻنهي فصل، پاڻيءَ هيٺ اچي ويا. ڪڻڪ جي پوک ڪندڙ هاريءَ جي زال، اهو زيان ڏسي، روئڻ لڳي. موالي ته آتان لانگهائو ٿيو، جنهن مائيءَ کي روئندو ڏسي، ائين چيو.

(ت)

## ٤٢- ڏَپ ڙي دانگي ڇهه مهينا، ڪُپ مهمان ٻارهن مهينا!

ڪنهن مائيءَ وٽ، سندس هڪڙو دوست مهمان ٿي آيو. چوڻيءَ مطابق: مهمان: تانهن سهه روز! پر هيءُ يار، ته چڱو مَنُهي لاهي ويهي رهيو ۽ موٽڻ جي ڪري ئي ڪانه پيو! جڏهن هفتو ڪن گذريو، تڏهن سس سس سندس واتان اهي لفظ نڪتا ته، ”سڀاڻي صبح جو ويندس“. مائي ويچاري، جا رڌ پچاءَ ۽ مختلف ڪاڌن رڌڻ کان بيزار ۽ ڪڪ ٿي پيئي هئي، تنهن کي دل ۾ البت خوشي ٿي. ٻئي ڏينهن صبح جو سويل، مائي جا ڏسي ته مهمان اڃا سيڙهيو سمهيو پيو آهي ۽ ڪيس ڪو يا وڃڻ واري وائي آهي ئي ڪانه! سو سڏ ڪري چيائينس ته، ”ادا، سج ٿو اڀري، اٿو“. مهمان چيو ته، ”ادي، چڱو جو آثار پيُمءَ. مون کي پاڻ وڃڻو آهي، پر جلدي ڪري، ڪو ڏيرن لاءِ نُڪر پور تيار ڪري وٺ!

مائيءَ جي ته ڪيس، ڏيراني ئي آماڻڻ جي مرضي هئي، مگر هن جو ڏيرن جي فرمائش ڪئي. سو خيال ڪيائين ته هاڻي ڏِرِيءَ رفتار سان ڪم ڪريان، ته من دير ٿي وڃڻ جي ڊپ کان، هيءُ ڏيرانو ئي هليو وڃي. اهو ارادو ڪري، دانگيءَ کي چُلهه تي چاڙهيندي، چيائين، ”ڏَپ ڙي دانگي ڇهه مهينا!“ مهمان ڏهه پهه ورائيو، ”ڪُپ ڙي مهمان، ٻارهن مهينا!“

مائيءَ مجبور ٿي، آخر تڙ تڪڙ ۾، ٻه لولا تَڪي، مهمان سان جانِ خلاصي ڪئي، جو هونءَ سمجهيائين ته، ”هيءُ ماريو ڏيرن ڪرڻ کان سواءِ، هرگز ڪونه ويندو.“

## ٣٤- تيسمار خان:

### ٽيهن سان لڙڻ وارو يعني وڏو پهلوان.

هڪڙو سپاهي، گهڻو وقت بيڪار ويهي ويهي، گهر جي سڄي ملڪيت وڪڻي، کائي ويٺو. جڏهن ڏٺائين ته ڪجهه به نه بچيو آهي، تڏهن زال کي چيائين ته "مان، سپاهي روزگار جي تلاش ۾ ٻاهر ويندس. تنهنڪري وات جي ڪاڻ خوراڪ لاءِ ڪجهه تيار ڪري وٺ" سندس زال، چوريءَ جا ٽيهه لڏون تيار ڪيا. اتفاق اهڙو ٿيو، جو جنهن آکريءَ ۾ ڪٽ سٽ ڪري، لڏون لاهيا ويا هئا، تنهن ۾ ڪو ڪاريهر نانگ وڃي ويٺو هو. رات جو ڪٽ سٽ ۾، اهو نانگ به ڪٽجي مٽجي، ذرا ذرا ٿي، چوريءَ سان چوري ٿي ويو! آن سان ٽيهه لڏون ٿيا. جوٽس، لڏون تيار ڪري، ڪنهن ڪوڙي نڪر ۾، هٿڙ ٻڌي ڏنس، جا کڻي، صبح جو ڪنهن طرف راهي ٿيو. هلندي هلندي، جڏهن ڏينهن ٿيو، تڏهن اڄ ۽ ٿڪ ستايس، تنهنڪري هڪڙي کوهه جي مٿان بيٺل وڻن جي ڇانو هيٺ وڃي ويٺو، ته اوچتو آئي هڪڙا ٽيهه رهزن اچي نڪتا. آنهن کيس ڌمڪائي چيو ته، "جيڪي اٿئي، سو ڪڍي ڪر ٻاهر، نه ته توسان ٻه-پائي ڪرڻا پوندا." هن پنهنجي بيڪسي ۽ بيوسي جو بيان ڪيو، مگر رهزنن کي ڪو به رحم روح ۾ ڪو نه پيو. جڏهن سپاهيءَ ڏٺو ته، ڪجهه وٺڻ کان سواءِ نه ڇڏيندا، تڏهن کين ٻڌايائين ته، "مون وٽ، فقط ٽيهه لڏون آهن، ضرورت ۾ اچن ته حاضر آهن." انهن بدمعاشن، اهي لڏون به نه ڇڏيا! پاڻ ۾، هڪڙوهڪڙو ڪري، ورهائي کنيائون ۽ کائي آتي جو آتي خلاص ڪيائون.

سپاهي، اڳتي هلي، ڪنڌ ڦيرائي ڏسي ته سڀني جو حال آبتر ٿي رهيو آهي! ڪو ڪِري پيو آهي، ته ڪو چڙيون پيو هڻي، ته ڪنهن کي وري سڪرات آئي آهي! سپاهيءَ خيال

ڪيو ته هئا ته سڀئي سگهارا ۽ تندرست، مگر اوچتو ئي اوچتو هيءَ ڇا ٿي ويو! موٽي اچي ڏسي ته سڀئي رب کي وڃي ٻرتا آهن! سپاهيءَ، وري سپاهيانه نمونو اختيار ڪري، ٽيهن ئي جي نڪن ۽ ڪنن جون چوٽيون ڪپي، آڻان پنهنجا پير پٽيا. هلندي هلندي اچي، هڪڙي شهر ۾ پهتو. انهيءَ شهر جو دستور هو ته هرڪو نئون آيل ماڻهو، پهريائين بادشاهه وٽ ضرور پيش ڪيو ويندو هو. جڏهن هيءُ سپاهي، بادشاهه وٽ پيش ٿيو ۽ ڪانئس خبر چار پڇي ويئي، تڏهن هو، پنهنجن وڏن جي بهادريءَ جي ساراهه ڪرڻ لڳو. بادشاهه چيس ته "وڏن کي ڇڏي، تون پنهنجي پهلوانيءَ جي ڪا ڳالهه ڪر." اهو ٻڌي، بادشاهه کي چيائين ته، "قبلا سائين! هيڏانهن ايندي، مون ٽيهه رهزن ماريا آهن، ثابتيءَ لاءِ، سندن نڪن ۽ ڪنن جون چوٽيون اچهي عرض آهن."

اهي ٽيهه ئي ڌاڙيل هئا، جن سڄيءَ حڪومت ۾ انڌير مچائي ڏنو هو. سوين قافلا ڦريا هئائون ۽ هزارين ماڻهو ماريا هئائون، مگر ڪنهن کي به همٿ ڪين ايندا هئا. بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي، نهايت خوش ٿيو ۽ سپاهيءَ کي گهڻو انعام سان سرفراز ڪيائين.

اهو سپاهي، رستي ويندي، جڏهن ماڻهن کي نظر ايندو هو، تڏهن هو دڪ ۾ئي کي ٻڌائيندا هئا ته، "اهو تيسمار خان وڃي رهيو آهي." اهو ڀاڪو، انهيءَ وقت کان وٺي رائج ٿيل آهي.

# (ٿ)

## ٤٤- ٽانءِ ڪٽي هڪڙو ۽ ٺِڪر ڀڄي گهڻن تي:

ڏوهه هڪڙو ڪري ۽ ان جي عوض لوڙهين گهڻا.

چون ٿا ته سسئيءَ جي مزار تي آيل هر مسافر کي ٻه مانيون ۽ وٽو کير جو ملندو هو. هڪڙي دفعي ڪو آيل مسافر، کير کائڻ بعد، وٽو پاڻ سان کڻيو ويو. انهيءَ کان پوءِ ماني ته بدستور ايندي رهندي هئي، مگر کير ۽ وٽي جي بدران لڪر جي جهني ۾ ملڻ لڳو!

انهيءَ تان ڪنهن سالڪ چيو آهي:

”ٽانءِ ڪٽي هڪڙو ۽ ٺيڪر ڀڄي گهڻن تي.“

---

# (ٺ)

## ٤٥- ٺڳُ ٺڳي، جڳَ کي، سياڻو ٺڳي، ٺڳَ کي:

چون ٿا ته ڪنهن شاهوڪار جي، پيريءَ ۾ پُٽ ڄڏري ٿي، تنهنڪري شهر جا ماڻهو، توڙي آس پاس جا، ڪيس مبارڪون ڏيڻ ويا ۽ ڪيترا ته مصرين جا ٿالهه ۽ ٻيا تحفا کڻي ويا. هڪڙو مهاڻو، جو سندس در جو دائما دعاگو هو، سو به ٻه پلا کڻي، وٽس ويو. شاهوڪار جي دل ۾، هن غريب مهاڻي جي غريباڻي تحفي ايڏو ته اثر پيدا ڪيو، جو کيس ڏهه ڪلدار رپيا ڏنائين. جڏهن ڪنهن لوڀيءَ، هيءَ ڳالهه ٻڌي، تڏهن خيال ڪيائين ته: شاهوڪار کي مبارڪ ڏيڻ لاءِ، هڪڙو سادو سُودو تحفو کڻي وڃان ته جيئن ان جي عوض ڪجهه وڌيڪ ڪمائي اچان. اهو خيال ڪري، هڪڙو مٽارو ڏُنبو، اڍائي روپين ۾ خريد ڪري، شاهوڪار وٽ تحفي طور کڻي ويو. شاهوڪار ته هن کي ڦُرڻون ڏيندو هو، سو عجب ۾ پئجي ويو ته ڪيئن اڄ هن ڏُنبو آندو آهي! پڇيائينس ته، "ڏُنبو ڪهڻي خريد ڪيو اٿئي؟" چيائين ته، "سائين، اڍائي روپين ۾". شاهوڪار قصي کي تاڙي ويو، سو هن کي چيائين ته، "تو به تحفو آندو آهي، پر مان توکي، ان کان به سٺي چيز ٿو ڏيان". لوڀي ڏاڍو خوش ٿيو. پر جڏهن ڏٺائين ته شاهوڪار، هن لاءِ، هڪ پلو آندو آهي، تڏهن تِروٽي لڳي ويس. شاهوڪار چيس ته، "تو گهيٽو، اڍائي روپين ۾ آندو آهي ته مون وري هي پَلو،

پنجن روپين ۾ ورتو هو، جو توکي ڏيان ٿو": لوڀيءَ دل ۾ چيو ته، "مون ٻه گهٽ ڪي لکيو، پر هن ته مون کي ٻه لکي ورتو. جڏهن ماڻهن ۾ اها ڳالهه عام ٿي، تڏهن ڪنهن ائين چيو.

مطلب. جيڪو گهٽو لوڀ ڪندو، سو ضرور نقصان پائيندو.

(پ)

## ٤٦- پارسي، گهوڙي چاڙهسي:

سنڌ ۾ عربن، عربي علم جو رواج وڌو. ٺٽو، نصرپور ۽ چوٽياريون (ضلع سانگهڙ) عربي علم جو مرڪز هئا. ٺٽو، تہ سومرن کان وٺي، عربي ۽ پارسيءَ جو خاص مرڪز هو. جڏهن سنڌ ۾، مغلن جو دور آيو، تڏهن ٺٽو، حيدرآباد، نصرپور، هالا، ڪنبر، بکر، شڪارپور وغيره تعليمي گهر هئا. دفتر جي زبان پارسي، تہ خلجي ۽ ارغونن کان وٺي هلندي آئي. حڪومت بہ ڪن مدرسن کي گرانٽون ڏيندي هئي، خاص ڪري ميان يار محمد ڪلهوڙي جي وقت ۾. ٺٽو، جو ايراني مسافرن جو گهر هو، تنهن پارسيءَ کي خوب زور وٺايو ۽ ايتري قدر، جو حڪومت ۾ وڏا عهدا بہ پارسي دانن کي ملڻ لڳا. ميرن جي وقت ۾ بہ، دفتري ٻولي پارسي هئي، جنهنڪري هرهنڌ پارسي علم ادب جو چرچو وڌي ويو.

ڪنهن ڳوٺائي جو ڇوڪرو پارسيءَ جي تحصيل ڪري، جلد ئي ممتاز عهدي تي فائز ٿيو. ٻيا ڳوٺاڻا، هن کي خوشحال ۽ سکيو ستابو ڏسي، چوڻ لڳا:

"پارسي، گهوڙي چاڙهسي."

مطلب تہ علم واري جو مانُ آهي.

پر جيڪڏهن پڙهئي ڪانپوءِ بہ، ڪنهن کي نوڪري نہ ملي، تہ چئبو تہ ڪرمن ۾ ڪا ڪاٺ انس، جو سنڌس بخت نہ پٽايو. تنهن تي ڪنهن چيو آهي:

"پڙهي پارسي، وڪڻي ڪتڙ تيلُ
ڏسو، هيءَ قسمت جو کيلُ."

## ٤٧- پاڻ ڏاڍن سان پاند انڪائڻ:

هڪڙي لومڙي، شڪار جي ڳولا ۾ نڪتي. هڪڙي آڳ کي سهيل ڏسي، ڏاڍي خوش ٿي. سمجهائين ته مثل آهي. هن جي اوجهري ڳهڻ گهلي هلجي ته بهتر سو ڇا ڪيائين، جو پنهنجو پڇ، آڳ جي پڇ سان ٻڌي، گهلڻ تي هئي ته آڳ سجاڳ ٿي، ڀڄي بيٺو. ويچاري لومڙي ٽنگجي پئي. آڳ هلي ته هيءَ به ويچاري لڙڪندي هلي. واٽ تي، ٻيءَ لومڙيءَ پڇيس ته، "ادي، اڄ ڪاڏي چڙهائي آهي؟" ورائيائين ته، "ڀيڻ پاڻ ڏاڍن سان پڇ انڪايو اٿم، سندن مرضي، جيڏانهن ڪڍي هلن."

هي چوڻي آهي: پاڻ ڏاڍن سان پلئو انڪائڻ.

مطلب- پاڻ ڏاڍن سان وهنوار ڪرڻ يا دوستي رکڻ ڪري ضرور نقصان پوندو.

## ٤٨- ڀڪي ماني ڇڏجي، پر سنگت نه ڇڏجي:

چڱا ماڻهو پنهنجو نقصان سهندا آهن، پر دوستي نه ڇڏيندا آهن، پوءِ ڀل ته آها ڪٿي ڪيتري به ٿوري وقت جي هجي.

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙو شخص، رستو وڃيو پئي ويو ته واٽ تي هڪڙو ماڻهو مليس، جو پڻ انهيءَ طرف وڃي رهيو هو. ڳپل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، سانجهيءَ ڌاري، ٻئي ڄڻا اچي، هڪڙي ڳوٺ وٽ پهتا. انهيءَ ڳوٺ ۾، پهرئين ماڻهوءَ جو هڪڙو دوست رهندو هو، تنهنڪري هي ٻئي ڄڻا، انهيءَ وٽ آيا، انهيءَ خيال سان ته رات، انهيءَ دوست وٽ رهي، وري صبح جو راهي ٿجي. مگر حالي احوالي ٿيڻ کان پوءِ، جڏهن ماني تيار ٿي وئي، تڏهن هو ٻيو دوست، پنهنجي دوست کان موڪلائڻ لڳو ۽ چيائينس ته، "رات، اسان جو هن ڳوٺ ۾ رهڻ ٺيڪ نه ٿيندو، چاڪاڻ ته اسان کي،

جنهن ڳوٺ ڏانهن هلندو آهي، سو هتان ڪجهڙي پنڌ تي آهي؟ اچا پنڌ ڪري به سگهون ٿا، تنهنڪري هل ته فلاڻي ڳوٺ ۾ هلي رات گذاريون، صبح جو آتان نڪرنداسين ته پوري وقت تي پنهنجي منزل مقصود تي پهچي سگهنداسين." هن، اها ڳالهه ٻڌي. جواب ڏنس ته "دوست، ٻڪي ماني ڇڏيندس، ليڪن توکي نه ڇڏيندس، هل ته هلون". اُهين چئي، ميزبان کان موڪلائي، اڳتي روانا ٿيا ۽ وڃي ڪهڙي ڳوٺ ۾ رات گذاريائون.

جڏهن ڪم ڪار لاهي، ٻئي دوست موٽيا، تڏهن آنهيءَ ڳوٺ ۾ آيا، جتان پَڪل ماني ڇڏي هليا هئا. ماڻهن ٻڌاين ته، "انهيءَ اوهان جي دوست جي گهر تي، اُن رات ڌاڙيلن چڙهائي ڪري، مالڪن کي ماري، سندن سڀ مال متاع ڪٽي ويا. جيڪڏهن اوهين اُن رات اتي رهو ها ته اوهين به ضرور موت جو شڪار ٿي وڃو ها."

سچ چيو اٿن ته: ٻڪي ماني ڇڏجي، پَر سنگت نه ڇڏجي.

## ٤٩— پنج ئي آڱريون برابر نه آهن:

سڀ ماڻهو هڪجهڙا نه آهن.

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙو شخص، ڪنهن ماڻهوءَ وٽ وڃي مهمان ٿيو. جنهن پوريءَ طرح مهمانداريءَ جا فرائض بجا آندا، جنهنڪري اهو ماڻهو خوش ٿيو. موڪلائڻ مهل، اُن شخص چيس ته، "دوست، جڏهن جڏهن اوهان جو هن شهر ۾ اچڻ ٿئي، تڏهن منهنجي گهر کي، پنهنجو گهر سمجهي، بي حجاب ايندا ويندا ڪريو".

اتفاق مان ڪجهه سالن گذرڻ کان پوءِ، اهو شخص، وري انهيءَ شهر ۾ آيو. جڏهن انهيءَ ماڻهوءَ جي دروازي تي پهتو، جنهن وٽ اڳ مهمان ٿي، رهي ويو هو، تڏهن معلوم

ٿيس ته گهر ڌڻي فوت ٿي ويو آهي ۽ هاڻي سندس ننڍو پاءُ گهر جو وڏو ۽ سنڀاليندڙ آهي. هيءُ شخص، انهيءَ سان مليو ۽ کيس ٻڌايائين ته، "مان اڳ ۾ به، اوهان جي پاءُ وٽ، هتي رهي ويو هوس ۽ هيئنئر به آءٌ، اوهان جو مهمان آهيان". هن جواب ڏنس ته، "ڀلي رهو، جيڪو حال هوندو، سو ونڊيندا سين." انهن جٺي مهمان کي، اوطاق ۾ ويهاري، پاڻ گهر هليو ويو. مهمان کي رات جي ماني ته نه ملي، پر سياري جي موسم هوندي، بسترو به ڪونه مليس! انهيءَ ڪري ويچارو مهمان، ڪجهه بُک جي ڪري ۽ ڪجهه ٿڌ جي ڪري، نهايت پريشان حالت ۾، آسُر ڏيئي، آتان نڪتو ۽ سڌو مسجد ۾ اچي، ساهه پٽيائين. اتي نماز پڙهڻ بعد، جڏهن ڪانئس احوال پڇيائون، تڏهن سڄي ڳالهه ٻڌايائين ته، "هن نموني، آءٌ فلاڻي، شخص وٽ رهي ويو هوس جنهن ڏاڍيون خدمتون ڪيون هيون. وري ڪالهه شام آيس ته منهنجي دوست جو پاءُ، جيڪو هاڻي گهر جو وڏو ٿيو آهي، تنهن مون کي ماني ته ڪانه کارائي، پر اڌلو ساري رات سيءَ ۾ سُڪيو اٿس. مان تعجب ۾ آهيان ته هو ڪهڙو نه لائق انسان هو ۽ هيءُ آن جو پاءُ ٿي ڪري، ڪيڏو نه نالائق ۽ ذليل ثابت ٿيو آهي". سڀني يڪ زبان ٿي جواب ڏنس ته، "ادا، هڪڙي هٿ جون پنج آڱريون ٿي هڪ جيڏيون يا برابر نه آهن ته پوءِ ٻه پائر، هڪ جهڙا ڪيئن ٿي سگهندا؟"

ان کان وٺي اهو ضرب المثل ٿيو آهي ته: پنج ئي آڱريون برابر نه آهن.

## ٥٠- پنهنجي ڪُڪڙيءَ جو ڏُکو ويڄ، ڏُکو طبيب:

هڪڙي ڪڙميءَ کي، جهنگ جي پٽَ ۾، ڀٽيءَ جو ٽڪرو هو، جتي سندس گهر به هو. هڪڙي لومڙي، روزانو رات جو، ان ڪڙميءَ جون اچي، ڪڪڙيون چورائي ويندي هئي.

ڪڙمي ويچارو، ڪافي ڪوشش ڪندو هو، پر هوءَ هٿ ئي نه ايندي هيس.

هڪڙيءَ رات، لومڙيءَ کي ڪنهن ڦند سان ڦاسايائين. کيس، آن تي ڏاڍا خار هئا، تنهنڪري لومڙيءَ کي سخت سزا ڏيڻ جي خيال کان، سندس پڇ کي گهٽيون اڳڙيون ويڙهي، ڪٺي باهه ڏنائين. لومڙيءَ کي جو تئو آيو سو ڪڙميءَ جي پنيءَ مان، ٽڪري ڀڄندي ويئي. نتيجو اهو نڪتو، جو ڪڙميءَ جو سارو ڪڻڪ جو پڪل فصل سڙي خاڪ ٿي ويو. ڪڙميءَ گهڻو ئي پٽيو ڪٽيو، پر ڏوهه ڪنهن کي ڏئي!

"پنهنجي ڪئي جو نڪو ويڄ، نڪو طبيب!"
مطلب، هٿ جي ڦٽئي، دارو نه پئي.

## ۵۱- پهرئين ڏينهن ٻلي مارڻ:

پهرئين ڏينهن (بر وقت) رعب ڄمائڻ.

ڳالهه ڪندا آهن ته ڪي پنج دوست، جن پاڻ ۾ وعدو ڪيو هو ته، "اسان مان ڪو به شادي نه ڪندو." ڪجهه وقت تائين ته هو پنهنجي انجام تي پورا رهيا. آخر منجهائن، هڪڙي جي شادي، ڪنهن بد مزاج عورت سان ٿي. اهڙيءَ طرح هڪ ٻئي پٺيان، ٻين ٽين به شادي ڪئي، جن مان هر هڪ کي به اتفاق سان پهرئين جهڙيون عورتون پيڙ پيون! باقي پنجون، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ شادي ٿي، تنهن جي زال، خوش خصال ۽ نيڪ افعال هئي.

هڪ دفعي، پهريان چار دوست، اچي پنجين وٽ مهمان ٿيا. هتي، انهيءَ جي عورت جي پنهنجي مڙس سان فرمانبرداريءَ واري روش، حسن اخلاق ۽ فهم و فضيلت ڏسي، عجب ۾ پئجي ويا، جو هو پنهنجي زال جي طرفان، حد کان وڌيڪ

ڏکويل هئا! آخر، ڪو خلاصو وقت ڏسي، ڪانئس سندس زال جي ٻٽر پٽ پڇائون ته، "دوست، تنهنجي زال ههڙي فرمانبردار ڪيئن ٿي!" هن جواب ڏنو ته، "پائو رات جو خير جي شادي ٿي گذري؛ صبح جو آءٌ، ناشتو ڪري رهيو هوس ته هڪڙي ٻلي "ميائو ميائو" ڪندي مون ڏانهن اچي رهي هئي. مون ڇا ڪيو، جو پرسان پيل لٺ کڻي، اک وٽي، اهڙي ٺڪاءُ ڪرائي مانس، جو ڇڙي ٿي ڪانه هنيائين. بس، اهو ڏينهن، آهو شينهن! منهنجي زال جي دل تي منهنجي رعب جو اهڙو ڪو ڏکو ويهجي ويو، جو مجال، جو ڪا چُون چـَران ڪري!"

هي چار ئي دوست، ڪانئس موڪلائي، جڏهن پنهنجي پنهنجي گهرن ۾ پهتا، تڏهن ماني کائيندي، جيئن هر هڪ جي اڏو ٻلي "ميائو ميائو" ڪندي، ٿي آئي، تيئن اُن کي ڏنڊي جي ٺوڪـر ڏيندا مار ڏيندا ويا! مگر هر هڪ کي سندس زال وٽان، سا ڳيوئي اهو جواب مليو:

"پهرئين ڏينهن ٻلي ماري مڙسي ڏيکارين ها، هاڻي ڇا هٿ ايندءِ".

## ٥٢- پيٽ ۾ ڪُٺا!

سخت بُک- ڇيتي ٻُک.

هڪڙي ماڻهوءَ کي هميشه پيٽ ۾ سُور رهندو هو. هڪڙي ڏينهن اُن ڪان نهايت بيتاب ٿي، بادشاهه وٽ لنگهي ويو ۽ وڃي عرض ڪيائين ته، "جهان پناه، پنهنجي حڪيم کي حڪم ڪيو ته: مون کي پيٽ جي سُور کان ڇڏائي يا اهڙي ڪا دوا ڏئي، جو آءٌ هن عذاب جي جيئڻ کان مري وڃان!" بادشاهه پنهنجي حڪيم کي، هن غريب جي علاج لاءِ، حُڪم ڪيو. حڪيم، اهو حُڪم ٻڌي، ٻه اڍائي سير ڀـُڳڙا گهرايا. انهيءَ شخص کي حڪم ڪيائين ته، "هي ڀڳڙا کاءُ."

هئو، جيترا ڳهڻي ۾ ڳهڻا ڪانءِ سگهيو، اوترا کاڌائين. ڀڳڙن کائڻ کان پوءِ، کيس اڃ سخت اڃ لڳي. حڪيم کي عرض ڪيائين ته، ”مون کي پاڻي پياريو.“ حڪيم کيس پاڻي ته ڪونه پياريو، الٽو حڪم ڏنائين ته، ”هن جون ٽنگون ۽ ٻانهون ٻڌي، کيس وڻ ۾، اهڙيءَ طرح لڙڪايو، جو سندس ٽنگون مٿي ۽ ڪنڌ هيٺ ٿئي! هڪدم حڪم جي تعميل ٿي وئي. سندس هيٺان هڪڙو ڪُونار پاڻيءَ سان ڀريل، رکايو ويو. لڙڪڻ شرط، گهڻي خشڪي ۽ اڃ سبب، ان غريب جو وات ڦاٽي ويو. هيٺان پاڻي ڏسي سندس وات مان هڪ ٻئي پٺيان ٽي ڪنا، پاڻيءَ جي ڪونار ۾ ٿِڦي پيا. ڪنن جو پيٽ مان نڪرڻ ۽ سندس پيٽ جو درد هڪدم دفعي ٿي وڃڻ.

بادشاهه پڇيس ته، ”توکي ڪيئن خبر پئي ته هن جي پيٽ ۾ ڪنا آهن؟“ حڪيم عرض ڪيو ته، ”سائين، آءٌ پاڻ هن وانگر ڪاڻير هوس. روزانو شام جو جهنگ مان ڪاٺيون ڪري، گهر موٽندو هوس، هڪ دفعي ڪاٺيون ڪري، سج ٻڏي گهر آيس، پاڻي پيئڻ جي خيال کان، گهڙامنجهيءَ ڏانهن ويس. ڏسان ته ننڍڙا ڪنا، دلن جي ڪنارن تي ويٺا آهن. اهيا دلي مان پاڻيءَ جو ڪُرڙو ڀريان ته ڏسان ته ٻه-چار ننڍڙا ڪنا، منجهس پيا آهن. جيڪڏهن اوندهه هجي ها ته ضرور پاڻي پي وڃان ها ۽ ڪنا به پيٽ ۾ داخل ٿي وڃن ها. هاڻي جڏهن ته هي ڪاڻير آهي، تڏهن مون کي يقين ٿيو ته هي ڪنهن ڏينهن دير سان گهر آيو آهي ۽ پاڻيءَ سان گڏ ننڍڙا ڪنا به ڳيهي ويو آهي. وري بادشاهه پڇيس ته ”پلا مريض کي ڀڳڙا ڇو کارايئه؟“ عرض ڪيائين ته، ڀڳڙا، مريض کي هن ڪري کارايم ته جيئن ڪنن کي خشڪي ڪئي. پاڻيءَ جو ٿانءُ، هن ڪري رکيم ته جيئن مريض کي اڪين جو ڏڌ هجي.

بادشاهه حڪيم جي حڪمت ڏسي، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس جهجهو انعام ڏنائين.

## ٥٣- پير کي ڪم ڏکاءِ سان:

هڪڙي ماڻهو ڪنهن پير تي باس باسي ته: جيڪڏهن منهنجي دل جي مراد پوري ٿيندي ته تنهنجي در تي اچي، ناريل پچندس (۽ بعد ۾ ورهائي ڇڏيندس). جڏهن هن جي مراد پوري ٿي، تڏهن ڏوڏو (پٽڻ جو) ڪٺي اچي، پير جي در تي پڳائين. ڪنهن چيس ته، "پيرن سان به ائين لڳي!" تنهن تي وراڻيائين ته، "پير جو ڪم ڏکاءِ سان."

## ٥٤- پيروءَ وارا پنج سپارا:

پيرُو، ذات جو پنبڙ هو. قرآن شريف ياد پڙهندو هو. ماڻت پڇندا هئس ته، "ڪاوان سپارا پڙهنداهين." چوندو هو ته، "پنجان سپارا" وري جڏهن مهيني کن ڪان پوءِ پڇنس، ته به پيرُو جو اهوئي پنجن سپارن وارو جواب! پڄاڙيءَ تائين پنجن سپارن کان مٿي نه چڙهي، نه چڙهيو. تنهنڪري ائين ٿي مشهور ٿي ويو.

مطلب. جڏهن ڪو، ڪم جي رفتار ۾ اضافو نه آڻيندو آهي ۽ ساڳين اندن تي قائم هوندو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

## ٥٥- پيسا ٿي پاڻي ۾:

رقم ٿي چٽ.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙو واڻيو، گهوڙي تي چڙهيو، ٻهراڙيءَ مان، مکڻ توري ولڻ پٺي ويو. واٽ تي هڪڙو واهه هو، جنهن مان لنگهڻو پيس. جڏهن گهوڙو، واهه جي ٻيءَ پر تي آيو، تڏهن ڪِپ ۾ ڪَپي پيو. واڻئي ويچاري گهوڙي کي

گهٽو ئي ڪٽيو، پر گپ ڪان پير ٻاهر نڪرنس ئي نه ا
ڪنهن ڏنار ڪي چيائين ته، "گهوڙي ڪي پويان، ٻه-چار لڪڻ
هڻ" ڏنار، گهوڙي ڪي اهڙا ته ٻه-چار لڪڻ هنيا، جو گهوڙو،
اڳتي اچل ڏيئي، ڪناري تي پهتو، پر گهوڙي جو تنگ
ڇڄي پيو، جنهن ڪري واڻيو ويچارو، سامان (ڦيٽن، ٻورو،
تارازي، وٽ، پيسا وغيره) سوڌو، پوڻتي پاڻيءَ ۾ ڪري پيو.
واڻيو ته نڪتو، پر ويچاري جي هڙ، جنهن ۾ پئسا ٻڌل هئا،
سا پاڻيءَ ۾ گم ٿي ويئي. انهيءَ تان چوڻ ۾ آيو ته: پئسا ٿي
پاڻيءَ ۾ يا هڙ ئي هلا ڪپ.

## ۵۶- پنهنجن ۾ پرميشر :

مٺڪيءَ جي پٽ، هڪڙي دفعي پيءَ کان پڇيو ته،
"هي جو عام چوڻي آهي ته: پنهنجن ۾ پرميشر آهي، سا اها ڳالهه
ڪيئن آهي؟" پيٽس جواب ڏنس ته، "وقت اچڻ تي پاڻهي ڏسي،
ثابت ڪندين. هن وقت، انهيءَ ڳالهه کي ڇڏي ڏي." اها
ڳالهه ڇوڪري کي نه وڻي، سو پيءَ کان ڪاوڙجي منهن
ڏيئي نڪري پيو ۽ سج لٿي ڌاري وڃي ڪنهن ٻئي ڳوٺ
۾ پهتو. اتي هڪڙي پاڻيهند کي چيائين ته، "اڄ رات تنهنجو
مهمان آهيان." پاڻيهند ڏٺو ته هيءُ مٺڪيءَ جو ڇوڪرو آهي،
تنهنڪري ڪيس گهڻي خاطريءَ سان، پنهنجي گهر ۾ رهايائين.
ڇوڪري کي سمهڻ لاءِ، جيڪا کٽ ميليل هئي، تنهن ۾
کي ڏاڍا مڱڻ هئا، جن سڄي رات ننڊ ڪرڻ ئي
ڪانه ڏنيس.

انهيءَ پاڻيهند کي ٻه زالون هيون. وڏيءَ مان اولاد
ڪونه هوس، باقي ننڍيءَ مان هڪڙو پٽ هوس، جو اڃا
ماءُ کي ٿڃ تي هو. پاڻيهند جي ننڍي زال جو ڪو آشنا
هو، جنهن سان، اُن رات ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو انجام هوس.
اڌ رات جو، اهو آشنا اچي ويو، مگر اوندهه سبب، بيخبريءَ ۾

۾، معصوم ٻار تي چڙهي ويو، جنهنڪري اهو لتاڙجي مري ويو. زال اهو حال ڏسي، آشنا کي ڀڄي وڃڻ لاءِ چيو ته، متان مٿس الزام اچي. مسڪيءَ جي ڇوڪري، سمورو لقاءُ پئي ڏٺو. پوءِ رَنَ وٺي دانهون ڪيون. جي: منهنجي ڀتاج، وير وڇان، منهنجي آبهم ٻچڙي کي، گهٽي ماري ڇڏيو آهي.

صبح جو، اهو فيصلو، مسڪيءَ وٽ ويو. مسڪي جو پٽ ته وڃي، پيءُ جو پاسو ولي، ويهي رهيو ۽ خيال ڪيائين ته، ”اڄ سڀ پنچ ڪٺا ٿيندا، ڏسان ته ڪيئن ٿو پنچن ۾ پرميشر پرگهٽ ٿئي. جڏهن سموري پنچات گڏ ٿي، تڏهن مسڪيءَ انهيءَ پائيبند جي پنهي زالن کي، ڌار ڌار ڪوٺين ۾ بند ڪرائي ڇڏيو.

...ر يائين پائيبند جي وڏي زال کي سڏ ٿيو، جنهن تي معصوم ٻار جي مارڻ جو الزام هو. انهيءَ مائيءَ کي، مسڪيءَ حڪم ڪيو ته، ”پنهنجي پيشگير (پتڙي) کي اهڙيءَ طرح هٿ ۾ ڪري گهمي ڏيکار، جيئن تنهنجون پينيون ظاهر ٿين ته پوءِ توکي بي قصور سمجهي ڇڏيو ويندو.“ مائيءَ جواب ڏنو ته، ”ذلت جي زندگيءَ کان، عزت جو موت بهتر. ڀلي موں کي مارائي ڇڏيو، باقي مان ائين هرگز نه ڪنديس“ ان جو اهو جواب ٻڌي، مسڪيءَ، ان کي ساڳيءَ ڪوٺيءَ ۾ بند ڪرائي، فريادي عورت کي گهرائي، ساڳي فرمائش ڪئي. انهيءَ مائيءَ خيال ڪيو ته: منهنجي پينين ظاهر ڪرڻ سان، منهنجي ڀتاج جو سير ويندو، تنهنڪري جلدي ڪري، پينيون ظاهر ڪريان ته عمر جو لڙ لهي پوي. تنهنڪري هڪدم پنيون ظاهر ڪري، اجا هلڻ جو خيال ڪيائين ته مسڪيءَ هڪل ڏيئي، چيس ته، ”او بي شرم عورت، تون پنهنجي پٽ جي پاڻ جوابدار آهين. تون شريف عورت نه ٿي ڏسجين. ضرور تو وٽ، ڪو تنهن جو آشنا آيو هوندو، جنهن اوندهه ۾

تُنهنجي پٽ کي لتاڙيو هوندو.“ پوءِ ان عورت کي سزا ملي.

مُنکيءَ جي پٽ، جڏهن پيءُ جو اهو فيصلو ٻڌو ڏٺو، تڏهن دنگ رهجي ويو ۽ دل ۾ چوڻ لڳو ته: پنچن ۾ برابر پرميشر آهي.

مطلب. پنچن ۾ گويا ڏڻي پاڻ آهي. جيڪي چون، سو سچ گهر جي.

## (ج)

### ٥٧- جتي لوبي هجن، تتي ٽوڳي ٻک نہ مرن؛

هڪ دفعي ٽوڳيءَ، لوٻيءَ کي اچي، چيو تہ ”ادا، مهمان آيا آهن، ٻلائي ڪري ديڳڙو ڏينم.“ لوڳيءَ ٻئي ڏينهن ديڳڙي ۾، هڪ ننڍي ديڳڙي وجهي، آڻي ڏنس ۽ چيائينس تہ، ”ادا، تنهنجو ديڳڙو، منهنجي گهر وڃامي ٻيو هو، اها ديڳڙي ڄڻائين.“

ٻئي دفعي، لوڳيءَ چيس تہ، ”ادا، اڄ گهڻا مهمان آيا آهن، جيڪي ديڳڙا هجنئي سي ڏينم.“ لوٻيءَ چا ڪيو، جو گهر جا سڀ ديڳڙا ميڙي سيڙي ڪٺي ڏنس.

ڪيترا مهينا گذري ويا تہ ٽوڳيءَ، لوٻيءَ کي منهن بہ نہ ڏيکاريو. هڪ دفعي واٽ پنڌ، ٻئي گڏجي ويا. لوٻي چيس تہ، ”ادا، ديڳڙا؟“ چيائين تہ، ”ادا، افسوس، جو تنهنجا ديڳڙا تہ سڀ مري ويا.“ لوٻيءَ چيس تہ، ”اهو وري ڪيئن؟“ ٽوڳيءَ چيس تہ ”ادا، جيڪڏهن ديڳڙا وڃامندا آهن تہ مرندا بہ آهن.“ تنهن تي ڪنهن ٻڌي، ائين چيو.

### ٥٨- جَرُ نئيس، پر جيڏي نہ نئيس؛

ڪنهن مائيءَ، درياهہ جي ڀر تان، مڇيءَ جو ڏيرو لڌو. ٻيءَ چيو تہ، ”اهو منهنجو آهي“ ھُن جي ڏيڻ ڪان، ڏيري لهڻ واريءَ، ماڳهين ڏيرو کڻي درياهہ ۾ اڇليو. اکري معنيٰ تہ: جَرُ = جَل (پاڻي) ڀلي کڻي، پر ڪا جيڏي، سَرتِيي نہ کڻي. جيڪي ٻڌو سَهن، پر ڏنو نہ سهسائن، تن لاءِ ائين چئبو.

(گل شڪر)

هڪ ستٽ سال جي ٻوڙهي سپورنج ڳالهه ڪئي تہ، ”جڏهن ۲۰ سالن جو هوس، تڏهن آنهيءَ ڀاڪي جي اصليت حاذق حڪيم ميان سعدالله بوبڪائيءَ، هن ريت ٻڌائي:

بوبڪن جي ٻہ واري مهاڻڪي ڳوٺ ”آريسرو“ جا مير بحر، منڇر تي مڇي ۽ پکي ماريندا آهن ۽ سندن زالون وري ڪڙهي ڪئي، پر واري پٽڻ جي ٻوري سان مڇي ماريندينون آهن. ٻن ڏيرائين مڇي تي ماري. ننڍيءَ ڏير ڀائيءَ جي واري ۾ ٽوريون ننڍيون ڪرڙيون آيون، پر وڏيءَ ڏير ڀائيءَ جي واري ۾ هڪڙو ڪرڙو ۽ ٽوريون ڪرڙيون ٻڻ آيون. ننڍيءَ ڏير ڀائيءَ، دعوى ڪئي تہ ڪرڙو ڪيس ملي، ڇاڪاڻ جو ڪڙهي سندس هئي. اڌو اڌ حصي تي بہ نہ ٺهيون. ساڙ وچان وڏيءَ ڏير ڀائيءَ، ڦڪندڙ ڪرڙو، ڪٽي ڀائيءَ ۾ اڇليو! جي:

”جَرُ نئيس، پر جيڏي نہ نئيس!“

## ٥٩ــ جنهن پنهنجي لاهي ڪَڇ ۾ ڪئي، تنهن کي پُرائي لاهڻ ۾ ڇا؟

جنهن کي عزت نہ ڪانهي، تنهن کي ٻين جي عزت جو ڪهڙو قدر.

نقل آندل آهي تہ: هڪڙي ڪميني ماڻهوءَ جي دل، ايتري قدر تہ وڏيل هئي، جو سڀ ڪنهن تي آيو رهندو هو. نہ ڏسندو هو چڱو، نہ لڱو، هر هڪ سان ڳنڍيو ٻيٺو هوندو هو.

هڪڙي ڀيري، هڪ نيڪ مرد، سان اچي جهيڙو جونڀايئين ۽ هن ويچاري کي، ڏاڍو گهٽ وڌ ڳالهايائين. مگر هن پير مرد ماٺ ڪيو ويٺي ٻڌو ۽ آخر بنا ڪُڇڻ جي اتان هليو ويو. اهو حال ڏسي، ماڻهو ڏاڍو حيران ٿيا. هنن کي گهڻو تعجب انهيءَ ڪري ٿيو، جو آهو نيڪ مرد، جيڪڏهن صرف اشارو

ڪري ها، ته انهيءَ ڪمبختيءَ ڪي، ٻچ ٻڌي ڪري ڇڏين ها. آخر انهن ماڻهن مان هڪڙي ڄڻي، ڪانئس خاموشيءَ جو سبب پڇيو. نيڪ مرد جواب ڏنو ته، "بابا، هو پنهنجي ٻچن لاءِ، هٿ ۾ ڪيو ويٺو آهي؛ تنهن کي پين جي ٻچن لاءِ هيندي، ڪهڙي ويرم لڳندي! جيڪڏهن ڳالهه کي دڪهو ڪنداسين، ته اجا به اسان جي وڌيڪ بي عزتي ٿيندي، چاڪاڻ ته گهڻا ماڻهو ٻڌندا، تنهنڪري ايتري ۾ ئي خير!

## ٦٠- جنهن جو بد بنياد، تنهن جو ميوو مٺو نه ٿئي:

جون ٿا ته هڪڙو بادشاهه، پنهنجي اميرن وزيرن سان، شڪار تي نڪتو. بيابان مان لنگهندي، بادشاهه سلامت هڪڙو آڪ جو ٻوٽو ڏٺو، جو ڏاڍو سهڻو پئي لڳو. گهوڙي تان لهي، ٻوٽي کي چڱيءَ طرح ڏٺائين ۽ سمجهائين ته ڪنهن ولايت جي ميوي جو ٻج اڏامي، هت آيو آهي؛ ڪوشش ڪري هن جو ڦر (ميوو) کائجي. حڪم ڏنائين ته، "هن ٻوٽي جي پوريءَ طرح پرداخت ڪئي وڃي. جڏهن تيار ٿئي، تڏهن دربار ۾ پهچايو وڃي." هتي ته فقط اشاري جي دير هئي. ڪوهه کڄي ڏنو ۽ ڪمند جا ڇڇڙا لڳي ويا. هر روز ڪمند جي رس، ٻوٽي کي ملڻ لڳي. ٿوري وقت کان پوءِ، ٻوٽي به ڦر جهليو. جڏهن آڪ جون انبڙيون وڏيون ٿيون، تڏهن ماليءَ ٿالهيءَ ۾ وجهي، دربار ۾ کڻي آيو. بادشاهه، ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اميرن، وزيرن خواه دوستن کي گهرايائين. جڏهن انبڙيون ڪيون ويون، تڏهن اندران، ڪپه جيان تاندورا نڪتا! بادشاهه ادو ڏسي، حيران ٿي چيو ته، "محنت ٿي رائگان!" اتي ڪنهن وزير چيو ته:

ڪؤنرَ کي پاڻيءَ جيان، پيڙي پياريم کماند،
نڪو زهر زمين ۾، نڪو ڏاتوري ڏرپاند،
ڪمائي ڪم ذات سان، وڃي ٿي وڙواند،
جنهن جو بد بنياد، تنهن جو ميوو ميٺو نه ٿئي.

ڪُوَڻُ ؛ ڪُ = خراب + وَڻُ = خراب وڻ. ڪماڻ = ڪمند. ڏاتورو = هڪ نشيدار قسم جو ٻوٽو. ڏرپاند = ٻوٽو، ڏرتي يا زمين ۾ لڳل پاسو يا ٻيخ (؟). وِڙواند = نيچ، ذليل، مفت، بي فائده.

مطلب آهي ته نيچ ماڻهوءَ مان، ڪڏهن به چڱائي نه ٿيندي، ڇاڪاڻ ته هو اصالت کان مجبور آهي.

ڪُلُّ شَيءٍ يَرجِعُ اِلیٰ اصلِه (سڀڪا شيءِ پنهنجي اصليت ڏي موٽندي آهي).

ٻيون چوڻيون:

١- ٻيجُ خرابو ته نيچُ خَرابو.

٢- ڏوبي منجهه درياءَ، ته به اوجهو نه ڇڏي اوجهري.

ڪنهن ڳوٺ ۾، هڪڙو سُست آدمي رهندو هو. هن کان ڪو به ڪم ڪونه پڄندو هو؛ تنهنڪري گهر وارن جي هروقت مٿس ڦِٽڪار پئي پوندي هئي. پوءِ هن، پنهنجي دوست کان صلاح پڇي، ته هاڻ ڇا ڪريان گهرجي؟ دوست چيس ته، ”مٿو ڪوڙائي، ساڌن جي سنگت ۾ داخل ٿي وڃ، جو ڪين مفت جي ماني ملندي آهي.“

## ١٦- جني لاءِ مُونڊ مونڊايم، سيئي سور سامهون آيم.

هن اُنهن کيو ۽ پوءِ ڪنهن ساڌوءَ وٽ ويو، جنهن پڇيس ته، ”ڪهڙو ڪم ڄاڻندو آهين، اسان جي جماعت ۾ توکي ضرور ڪو نه ڪو ڪم ڪرڻو پوندو؟“

هن چيو ته، ”جيڪڏهن ڪم ڪرڻ اچيم ها ته گهر کان ٻاهر ڇو نڪران ها؟“ پوءِ دل ۾ چيائين ته، ”مارا جني لاءِ مُونڊ مُنڊوايم، سيئي سور سامهون آيم.“

## ٦٢- جيسي ڪو تيسا ملا.

هڪڙو ساڌو، تيرٿن تي وڃڻ وقت پنهنجي هڪ پاڙيسري وٽ، پتل جا ٿانوَ، امانت رکي ويو ۽ جڏهن موٽي آيو، تڏهن اچي پاڙيسريءَ کان ٿانوَن جي گهُرَ ڪيائين. هن جواب ڏنس ته، ”مون کي نهايت افسوس آهي، جو تنهن جي ٿانوَن جي حفاظت ته ڏاڍي ڪيم، ليڪن انهن کي ڪِئُا کائي ويا!“ هو ويچارو، اهو جواب ٻُڌي، ڪِڇو ڪو نه ويو، مگر دل جي ڳالهه، دل ۾ رکيائين.

هڪ دفعي اُن ساڌوءَ، ڀوڄن تيار ڪري، پاڙي جي ٻارڙن کي کارايو. ٻيا سڀ ٻارڙا کائي ويا، مگر انهيءَ پاڙيسريءَ جي ٻارڙي کي، پنهنجن ٻارن سان الڳ ويهاري کارايائين. ڪاڏي ڪائڻ بعد، اهو ٻار، ساڌو جي ٻارن سان راند روند ۾ لڳي ويو ۽ ڪانئس جڻ ته گهر وڃڻ ئي وسري ويو.

جڏهن اُن پاڙيسريءَ، ٻين ٻارن کي آيل ڏٺو ۽ پنهنجي ٻار کي ڪونه ڏٺائين، تڏهن راجا وٽ دانهين ويو. راجا چيس ته، ”تنهنجو جنهن ۾ شڪ شُبهو هجي، تنهن جو نالو ٻڌاءِ.“ هن پنهنجو شڪ، ساڌوءَ ۾ ظاهر ڪيو، جنهن جي گهران کاڌي کائڻ کان پوءِ، ڇوڪرو موٽيو ئي ڪونه هو.

اهو احوال ٻڌي، راجا هڪدم ساڌوءَ کي گهرايو ۽ کانئس پاڙيسري جي ڇوڪري لاءِ، پڇا ڪيائين. ساڌوءَ جواب ڏنو ته، ”مهراج، مون ڏٺو ته هن کي منهنجي روبرو سِرڻ کڻي ويئي!“ راجا حيرت ۾ پئجي، چيس ته ”بيوقوف، هيڏي ساري ڇوڪري کي سِرڻ، ڪيئن کڻي سگهندي؟“ هن عرض ڪيو ”مهراج، ڇوڪري کي سِرڻ ائين کڻي ويئي، جيئن پيتل جي ٿانوَن کي ڪِئُا کائي سگهن ٿا.“

مهراج پڇيو ته، ”اها ڳالهه ڪيئن آهي؟“ ساڌوءَ جواب ڏنو ته، ”منهنجي هن دوست کان پڇو.“ راجا کي

جڏهن پوري قصي جي خبر پيئي، تڏهن آن کي پيٽل جا برتن ڏيار يائين ۽ ٻيءَ ڏنڊ کي چوڪرو مليو.

اصل چوٽيي هين نموني آهي:

جيسي ڪو تيسا ميلا، سنئي راجا پيٽل،
پيٽل ڪو ڳهڻ کا گئي، چوري ڪولي گئي چيل.

## ٦٣- جيڪي ڪُلهو ڏيندا، سي ڏوڙ رسائيندا.

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙو شخص، پنهنجا ٻار ٻچا وٺي، ڪنهن وهانءَ تي پئي ويو. اڌ رات جو مرد جي اک لڳي ويئي ۽ گاڏي هلندي رهي. اوچتو جو عورت ڏسي ته مار، هڪ ڏاند ۽ هڪ مرد، گاڏي ڪاهيندا ٿا هلن! اهو حال ڏسي، عورت، آهستي پنهنجي مرد کي چيو ته، "ميان، اٿو، جو چور هڪڙو ڏاند ڪاهي ويو آهي ۽ ان جي عوض پاڻ ڪلهو ڏيو ٿو هلي." تنهن تي مرد چيس ته. "چري، جيڪي ڪلهو ڏيندا، سي ضرور توڙ رسائيندا." اهي لفظ ٻڌي، چور ڏاڍو ڇڪو ٿيو ۽ ڏاند موٽائي ڏنائين.

مطلب. بار کڻندا باري، ناهي ڪم ڪچن جو.

## ٦٤- جيسين لُلو ڪٽي لٽ،
## تيسين ڪُرهه وڃي اُجهائي:

هڪ دفعي لُلي جي مائٽ سان ڪو ڀاڙ پسري وڙهيو. جڏهن لُلي کي خبر پيئي، تڏهن جوش وچان اٿيو لٽ ڳولڻ. آخر لٽ لڌائين، وري ڀنڪو ٻڌائين، وري جُوتو پاتائين. جيستائين سنبري ٿي سنبري، تيستائين جهڙو ڪرهه) ٿري (اُجهامي) ويو. ڪنهن اهو رنگ ڏسي، ائين چيو.

چوٽي: جيسين پائو مٺو ڪنهي،
تيسين ٻڪٽي جو ساهه وڃي.

مطلب. جيڪڏهن ڪو ڪم ڪرڻو هجي ته هڪدم ڪجي، ڪم ـ همت ماڻهوءَ جي مدد تي اعتبار نه ڪجي.

## ۶۵ـ جُمن چارڻ وارو سوال

جمن، ذات جو چارڻ، ضلعي خيرپور ميرس جو ويٺل هو. نابين، مسڪين ۽ ڪمزور هو. اکين جي روشني ۽ نَرينۀ اولاد لاءِ، حضرت پيران پير عليه الرحمت جي مدح چئي انس.

فرزند تون حَسنينَ جو، آءٌ سائل تو ثَقلينَ جو،
دَرگهه مٿي دِن رَين جو، اوجر مَنگان عَينينَ جو،
دارُون ٿئين دارينَ جو، يا پير پيران پادشاه.

مٿين بند ۾ اکين جي بينائيءَ لاءِ، "اوجر مَنگان عَينينَ جو" چيو آئس. ٻئي بند جي هڪ مصرع ۾ چوي ٿو:

"تو کان مَنگان، هڪڙو پسر."

سندس مدح مقبول ٿي ۽ کيس ارشاد ٿيو ته: جيڪڏهن تون هڪڙو سوال گهُرندين، ته اهو بارگاه ايزدي ۾ اجابت ۾ ايندو. جمن هي سوال ڪيو:

"ماڙيءَ تي نُنهن ڏُڌُ ولوڙيندي ڏسان."

هي هڪ وڏو سوال هو، جنهن ۾ جمن جا ٽيئي مطلب اچي وڃن ٿا: ڀهرين ڳالهه ته وري جوانيءَ ۾ اچي، ٻيو ته کيس پُٽ ڄَمي، ٽيون ته سندس پٽ شادي ڪري ۽ چوٿون ته پُٽ جي زال يعني سندس نُنهن، ماڙيءَ تي ڏُڌُ ولوڙي! اهي سڀئي سوال گڏي، مٿيون هڪڙو سوال گهريائين. انهيءَ ڪري عام چوڻي ٿي ويئي ته: جمن چارڻ وارو يڪو سوال.

چون ٿا ته سندس مَن گهُريا مطلب پورا ٿيا.

جمن چارڻ جي باري ۾ مورخن ۽ محققن جا مختلف خيال آهن، جي هيٺ درج ڪجن ٿا.

مرحوم محمد صديق پيرزاده لکي ٿو:(١)

”تمام مسڪين هو ۽ نامرد، بيمار سخت، سڄو جسم ڦٽ ڦٽ ٿي پيو هوس، جنهن درد کان مداح حضرت غوث اعظم جيلانيءَ جي چيائين..........
”فقير، جڏهن لاچار ٿي پيو، تڏهن ڪي ماڻهو ڪٺيءَ جي جهولي ۾ کڻي، وڃي سخي سُپڙ ڏاتار جي مسافر خاني ۾ ڦٽو ڪري آيس. جام سُپڙ کي سندس زال ٻيهي ڳنجانه چيو ته، ”اسين ٻئي زال مڙس، هن فقير جي واسطي ڌڻيءَ جي درگاه ۾ متوجه ٿيون، دعا گهرون ته مالڪ شفا ڏئيس“ پوءِ ٻئي متوجه ٿيا. ارشاد ٿين ته اوهين ٻئي ڪنڌر يٺون کڻي، وڃي حَسب نديءَ جي پرسان، کَٻڙن مان پيرون چونڊي، کڻي آڻي جمن کي کارايو. هنن ائين ڪيو ۽ جمن چڱو ڀلو ٿيو.“

”پوءِ سخيءَ چيس ته، ”هاڻي فقير، توکي موڪل آهي، پنهنجي ڳوٺ وڃ.“ فقير چيو ته، ”ڳوٺ ڪجهه به ڪونه آهي.“ جام، چيو ته،”توکي فجر جو ڏات ڏيندس.“ جام رات جو گهر ۾ ڳالهه ڪئي ته: فجر جو ٿالهه سُهرن ۽ موتين جو ڀري رکندس، پوءِ فقير جمن کي چوندس ته ٻنهي هٿن ۾ جيڪي کڻي سگهين، سو کڻ“ پوءِ فقير کي ٻيهي ڳنجانه اچي چيو ته، ”جڏهن جام آمر ڪري ٿي ته جيڪي ٻنهي هٿن ۾ کڻي سگهين، سو کڻ، تڏهن گهوڙن جي طنبيلي ۾ وڃي، هڪ

---

(١) تاريخ سنڌ- قلمي صفحو ١٣٢.

هٿ اولاهين ڪيليءَ ۾ وجهج، ٻيو هٿ اوڀارين ڪيليءَ ۾ وجهج" فجر جو جڏهن فقير اچي حاضر ٿيو، تڏهن چام ڏاتار، آءُ ڪيس ته، "جيڪي ڪٺين، سو ڪڍ." فقير جمن، گهوڙن جي ڪُڙهه ڏي هليو. چام ۽ امير وزير گڏيا وَيس. جمن هڪ هٿ، گهوڙن جي طنبيلي جي ڪيليءَ ۾ وڌو ۽ ٻيو هٿ، ٻيءَ ڪيليءَ ۾. انهيءَ طناب ۾ ٣٠٠ گهوڙا هئا، جي چام سڀ ڏنس. چام پڇيس ته "اها صلاح ڪنهن ڏنءِ؟" چيائين ته، "بيبي گنجانه." چام چيو ته، "اها سخا بيبي گنجانه جي آهي. هاڻي ترس ته سَنجُ سونهري ڦهرائي ولون ۽ پوءِ پاڻها ۽ سڀ گهوڙن لاءِ ۽ خرچ راه جو، سڀ چام ڏيئي، روانو ڪَيس". جڏهن هلڻ لڳو، تڏهن بيبي گنجانه چيس ته، "سنهنجا ڀائر، ڪوهستان ۾ آهن، انهن وٽ به مهمان ٿيج" جڏهن ڪوهستان ۾ آيو، تڏهن انهن چاڻ وٽ اچي منزل ڪيائين. انهن ٺڪائي، خدمتون ۽ مهمانيون ڪري ۽ روپا سنج گهوڙي جا ڦهرائي ڏنس ۽ خرچ ڏيئي روانو ڪيس."

"آخر فقير، با خيريت اچي ڳوٺ پهتو. پر ٿيو، اولاد ٿيس، ۽ ماڙيءَ تي نُنهن، چاڏي ڏُڏُ جي ولو ڙيندي ڏلائين ............ ان جي نسل مان پيو به جمن چارڻ شاعر پيدا ٿيل آهي."

جمن چارڻ جو سخي سهڙ چام وٽ وڃڻ جو ٻڪو آهيڃاڻ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تصنيف "پيلاين جا ٻول" مان پڻ ملي ٿو (١).

"چون ٿا ته ڪو سنڌ جو سوالي، هڪ سؤ گهوڙن جي گهُر جو قصد ڪري آيو. سخي سهڙ چام

(١) ٻيلاين جا ٻول. صفحه ٨٣-٨٤

وٽ دير نه هئي ڪانه، سو يڪدم سؤ گهوڙن سان
پنهنجي پٽ چوڙي کي ساڻس گڏ چاڙهي روانو
ڪيائين، جو هن سوالي کي حفاظت سان سنڌ جي
سرحد تائين اماڻي آيو ۽ موڪلائڻ وقت اهي سؤ
گهوڙا کيس سونپيائين."

اسان جي خيال موجب اهو اشارو جمن چارڻ ڏانهن ئي آهي.

## ٦٦- ڄائو پٽ لٽي سڪ، ڀرڙيو پٽ پيئي پڪ:

ڪنهن سيڪايل کي، سالن کان پوءِ الله نوازيو. وڏا شادمانا ڪيائين. پهرين جو پهرئين ڄمڻ ٿيس، پوءِ خوشي جو نہ ڪندو! ڇوڪرو، اُچ نڍيو سپان وڏو، اچي جوان ۽ شادي لائق ٿيو. پڻس وڏي دل ڪري، ڪنهن بنيادي گهر مان شادي ڪرايس. ڪجهہ وقت تہ صلح سانت ۾ گذريو، پر پوءِ آهستي آهستي سس ۽ نُنهن جي وچ ۾ ٽڪرشيي وڌندي ويئي. آخر حالت اچي اتي بيٺي، جو گهر ۾ سڄو ڏينهن گهٽيي ۽ ڪيلڪيل لڳي پيئي هوندي هئي. هڪڙي ڏينهن پيءُ، پٽ کي چيو تہ، ”ابا، زال تي ضابطو رک“ پٽ ورائيو تہ، ”بابا، اوهان زورآور آهيو، هوءَ ويچاري ڪمزور! اما، هر گهڙيءَ پيئي لوڙيس ۽ وڙهيس، تہ بہ ويچاري ڪجهہ نٿي ڪري، اوهين پاڻ پنهنجي زال تي ضابطو رکو!“

جڏهن پڻس اهي لفظ ٻڌا، تڏهن چيائين تہ:

”ڄائو پٽ لٽي سڪ، ڀرڙيو پٽ پيئي پڪ!“

## ٦٧- ڄٽيءَ سٽ پسايو، واڻئي وڌس وٽي:

## ڄٽيءَ ليکي واڻيو مٺو، واڻئي ليکي ڄٽي:

اڳي دستور هوندو هو تہ اٽڻ تي سٽ ڪتي، زالون دڪانن تي وڃي وڪڻنديون هيون.

ڳالهہ ٿا ڪن تہ ڪنهن ڄٽيءَ (اڻ پڙهيل زال)، سٽ ڪتي، پاڻيءَ ۾ پسائي رکيو. جڏهن توڙو سڪو، تڏهن واڻئي

جي دڪانن تي ڪٽي ويٺي. واڻيٽي هڪدم سهي ڪري ورتو، تنهنڪري مقرر وزن بدران، گهري وزن وارو وٽ، تارازيءَ جي ٻيٺي ڀرڙ ۾ وڌائين. جتّي ويچاري خوش ٿي ته واڻئي کي ڦريو اٿم. جڏهن پيسا وٺي گهر موٽي، تڏهن ڪنهن عاقل سان اها ڳالهه ڪيائين ته مان واڻئي کي، هن نموني ڦري آئي آهيان. واڻئي جي حرفت کان هو ٻخوبي واقف هو، تنهنڪري چيائين ته:

جتّيءَ سٽ پسايو، واڻئي وڙدم وٽي،
جتّيءَ ليکي واڻو مٺو، واڻئي ليکي، جتّي،
مٺي ساڻي جتّي.

---

## (چ)

## ٦٨- ڀاڻ ۽ چانڊيا مڱسي *

هَڏ ڪَپ ويري، دشمن.

هيءُ ڀاڪو، چانڊڪا پرڳڻي جي پيدائش آهي، جنهن کي هينئر، لاڙڪاڻو ضلعو چون ٿا.

چانڊيا ۽ مڱسي، ٻئي بلوچ قوم جا جابلو ماڻهو آهن ۽ هڪ ٻئي سان دنگئي ۽ ڪٽئي پئي پئي.

هڪ روايت مطابق، جڏهن چانڊڪا جاگير، ميان آدم شاهه (عباسي) ڪلهوڙي کي، مغلن کان ملي، تڏهن سندس ڪارپرداز غيبي خان هو. انَ وقت جهل جو سردار زَنَي خان هو، جنهن کي عام طرح مڱسي خان ڪري چوندا هئا (؟) جهل جو پرڳڻو (خِطو)، پوءِ ميان شاهل محمد عباسيءَ هٿ ڪيو، سو ۽ چانڊين جي مدد سان. ميان شاهل محمد عباسيءَ جي ڪاهه جو نقط اهو سبب هو، جو مڱسي، ميان جي فيصلن موجب نه هلندا هئا، جنهن کي ميان صاحب، پنهنجي بي عزتي سمجهندو هو، اگرچ چانڊيا توڙي مڱسي، ٻئي سندس مريد به هئا. مڱسين کي انهيءَ

---

* "مڱسي" جو استعمالي اچار "منڱسي" آهي. "مڱسي"، چون ٿا ته اصل "مڱس جي واديءَ" جا هئا، جا رياست جهل کان، سؤ کن ميل اوله طرف آهي. انهيءَ واديءَ ۾ مڱس يعني ماڪيءَ جي مک گهڻي هئي، ۽ قحط ساليءَ سبب، اها مڱس، جهل جي چشمي واريءَ واديءَ جي طرف کان آڏامي هتي آئي ۽ هنن جا ڀونئير ماڪيءَ جي مک جو پيڇو ڪري، اچي جهل وادي ۾ ويٺا؛ تنهنڪري هنن ڀاڻ کي "مڱسي" چوايو، ورنه هو ڪن جي خيال موجب، لاشاري بلوچ جو ڪيڙُ آهن.

تي متڻيان لڳي ته چو گهڻگهيرن (ساڳيو گهڻگهو ڍڪيندڙ ۽ هم ذات يا چانڊين بلوچن)، ميان شاهل محمد جي چڙچ تي اسان تي چڙهائي ڪئي؟ جيتوڻيڪ مگسي، ظاهري طرح خاموش رهيا، پر اندروني طرح منصوبا سٽيندا رهيا ته ڪهڙيءَ طرح به چانڊين کان وير وٺجي. انهيءَ ڪري توريءَ گهٽيءَ تان پاڻ ۾ پيا اڪندا هئا.

سندن عداوت جو ٻيو سبب اهو معلوم ٿي سگهيو آهي ته چانڊڪا جو هڪ امير ماڻهو، جهڙل ميان هڪ خاندان تي سخت حملو ڪري آيو. مگسين، وري اهڙا ڏهه حملا ڪيا. انهيءَ ڪري گويا جهنگ کي باهه لڳي ويئي. ٻنهي جي وچ ۾ وڏو جهيڙو ٿيو، جنهن ۾ ايترا ماڻهو هئا، جو ميدان ئي رت سان رڱجي ويو! انهيءَ واقعي کي تڏهن جا ماڻهو "ماهو" سڏڻ لڳا. آخر ٻنهي ڌرين جو فيصلو، ميان شاهل محمد عباسيءَ جي جرڳي ڏنو.

(نگران سنده. باب قديم اقوام سنده).

## ٦٩- چڻي چنيجن جي پرڻ تي پيئي:

چنيجا ۽ پڙڻ، موري تعلقي (ضلعي نواب شاهه) ۾ ٻه ڳوٺ آهن، جي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون آهن. چنيجن ۾ هڪڙو هيندو سيٺيو رهندو هو، جنهن جي ڪن ماڻهن سان اٽيٽ ٿي پيئي. انهن ماڻهن کي، هروقت اهو خيال رهندو هو ته سيٺئي جو سر ڪٽجي. هڪ دفعي سيٺ کي ڌاڙو هڻڻ ويا، پر رات جي وڳڙي ۾ رستو ڀلجي، وڃي پڙڻ تي ڌر ڪيا. ڌاڙو ته هنيائون، پر سندن مطلب سڌ نه ٿيو. ڪنهن، انهيءَ واقعي کي ٻڌي، ائين چيو.

مطلب، جڏهن هڪ جو ڏوهه، ٻئي تي اچي، تڏهن ائين چئبو آهي.

## ٠٧- چڱو جن لِکيو، مَدو سي نہ پَسن،
## ڏوڙي رڻ رهن، تہ بہ ڪنڊون ڪائن ڪير سان:

جن جي قسمت ۾ چڱو لکيل آهي، سي ڪٿي بہ هوندا تہ سک پيا پَسندا.

چون ٿا تہ هڪڙي بادشاهہ، جهنگ ۾ محلات ٺهرايو هو. جڏهن راڻيءَ سان شڪار تي ويندو هو، تڏهن آتي آرامي ٿيندو هو. هڪ دفعي شڪار ڪندي، راڻي ۽ بادشاهہ جدا ٿي ويا. راڻيءَ تہ جلد ئي محلات ڳولي لڌو، پر بادشاهہ اجا نہ آيو.

هڪ مسافر، بادشاهہ جي محلات وٽان لنگهيو. مسافر کي ٿڪَ ماندو ڪري وڌو، جنهنڪري محلات جي ڪُنڊڙيءَ ۾ کٽ تي سمهي پيو. جڏهن آٿيو، تڏهن بک بي حال ڪيس. محلات جي الماڙي کولي ڏٺائين تہ منجهس ڪنڊ ۽ کير پيا آهن. کير ڪنڊ پي، وري سمهي پيو. اتفاق اهڙو ٿيو، جو بادشاهہ بہ اتي آيو. ڏسي تہ هڪ ماڻهو، کٽ تي آهليو پيو آهي. وري مٿي وڃي ڏسي تہ سندس راڻي پلنگ تي سُتي پيئي آهي. بادشاهہ کي غيرت آئي. مسافر کي اُٿاري، پنهنجي شهر ڏانهن سزا ڏيارڻ خاطر، وزير ڏانهن هڪ خط لکي ڏنائينس. جڏهن شهر پهتو، تڏهن وزير کي اهو خط ڏنائين. وزير پڙهندي، هڪدم اُن حڪومت جو ڪيس ڏنو. قدرت ڪريم جي، جيڪي اکر بادشاهہ، غريب جي سزا لاءِ لکيا هئا مثل سزاوار آهي = بي معنيٰ لائق آهي. سي انعام جي صورت ۾ تبديل ٿي ويا. غريب جي اها ڳالهہ ٻُڌي، ڪنهن ائين چيو.

## ٧١- چورَ جي ڏاڙهي ۾ ڪَکُ.

چون ٿا ته هڪ قافلي مان ڪنهن سيٺ جو مال چوري ٿي ويو. سيٺ، هڪدم سڀني کي گڏ ڪري، چيو ته، ”منهنجو مال چوري ٿي ويو آهي، جنهن ڪنيو آهي، تنهن جو پتو پڌجي چڪو آهي ۽ ان جي ڏاڙهيءَ ۾ ڪَکُ آهي.“ چورُ به ان مجموعي ۾ موجود هو. ان کي دل ۾ شڪُ جاڳيو ته، متان منهنجي ڏاڙهيءَ ۾ ڪک هجي، چونه ڪيڏي ڇڏيان. اهڙيءَ طرح چور ظاهر ٿي پيو ۽ سمورو مال مليو.

مطلب. عيبدار هميشه پنهنجي هرهڪ ڳالهه سان سچاتو وڃي ٿو. يا شخص، ڪنهن جي طعني کي پنهنجي طرف گمان ڪري، تڏهن انهيءَ جي نسبت اڻين چڱو آهي.

اردو: چور کی ڈاڑھی میں تنکا.

## ٧٢- چور کي چون ته گهر ڍنس گهر ۾، پاڳئي کي چون ته چور، گهر ۾ گهڙيو اٿئي:

اهو مثال، اهڙي ماڻهوءَ لاءِ ڪم آڻبو آهي، جنهن ۾ هِنَ جي، هُنَ سان ۽ هُنَ جي، هِنَ سان گلا يا شڪايت ڪري، ٻن ڌرين جي وچ ۾ جهڳڙي وڌائڻ جي ڪوشش ڪبي آهي.

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي ڳوٺ ۾، هڪڙو اهڙو شخص رهندو هو، جنهن جي عادت هوندي هئي ته جڏهن به ڏسندو هو، ته ٻن ڌرين جي وچ ۾ معمولي ڇڪتاڻ ۽ جهڳڙو شروع ٿيو آهي، تڏهن ڇا ڪندو هو، جو جدا جدا وقتن تي، ليڪي ڇپي، ٻنهي ڌرين سان پيو ملندو هو ۽ انهن کي ڪجهه سچيون ڳالهيون ته ڪجهه مرچ مصالح لڳائي، اهڙي ته نوع سان ڀڙڪائيندو هو، جيئن هو پاڻ ۾ وڙهي پون! پر ٻنهي ڌرين کي اهو تاڪيد ڪندو هو ته، ”بابا، مان آهيان خير وارو، مهرباني ڪري منهنجو نالو، ڀُليو ڀُلايو به نه کڻجو!“

انهيءَ شخص جي شرارت جو اهو نتيجو نڪتو، جو روزانو پنهي ڏُرين جي پاڻ ۾ چڪري لڳي پيئي هوندي هئي، بعض ته رَت وَهائڻ تائين به نوبت پهچي ويندي هئي.

آخر ڳوٺ وارن کي، سندس شرارت ۽ شيطانگيريءَ جو پتو پئجي ويو، جنهنڪري ڳوٺ ئي ڇڏي وڃڻو پيس.

## ٧٣- چور نه، ته چاڪي ئي سهي:

ڪنهن ڳوٺ ۾ چوري ٿي. وقت جي قاضيءَ، پوليس تي زور رکيو، ته ڪنهن به صورت ۾، چور پيدا ڪيو وڃي. هاڻي پوليس ڇا ڪري! پيرو لڳي ته پتو پوي! جڏهن پوليس کان سچو ڏوهي لڀي نه سگهيو، تڏهن پيو ڪو چارو نه ڏسي، هڪڙي غريب چاڪيءَ کي گهيلي وٺي آيا. قاضي، اُن چاڪيءَ کي چڱيءَ طرح سڃاڻندو هو. چاڪيءَ کي آيل ڏسي، پوليس ڏانهن منهن ڪري، چيائين ته:

”چور نه، ته چاڪي ئي سهي.“

مطلب هيءُ آهي ته: موقعي مهل تي، ڪم ٺپائڻ ۽ جند ڇڏائڻ لاءِ هيڪ جي، ٻي ڪبي آهي، ته ان وقت اهو پهاڪو استعمال ڪيو ويندو آهي.

## ٧٤- چورن مٿان مور:

چون ٿا ته ڪن چورن، چوري ڪري، جهنگ ۾ سامان لاٿو. جڏهن ورهائڻ شروع ڪيائون، تڏهن هڪڙو سونو هار به ڪڍي، ميدان تي رکيائون. وڻ تي مور ويٺو هو، جنهن جي نظر وڃي، هار تي پيئي. سو لامارو ڏيئي، اهو هار کڻي ويو. تنهن تي چورن مان هڪڙي ائين چيو.

مطلب. جڏهن ڪو، ناجائز طريقي سان، ڪا شيءِ هٿ ڪري ٿو ۽ پوءِ ڪو ٻيو ماڻهو، کانئس اها شيءِ (سڄي يا اڌ) کڻي وڃي ٿو، تڏهن ائين چئبو آهي.

---

آهي ڏاڍو پڪو اٿس، کهاڻي اٽيل آهي، تمام گهڻو جوڙ ڏيندي، ڏاڍي سستي آهي، ٻرُ به وڏو اٿس ۽ ڪار ۾ سگهو نه ڳرندس وغيره!"

پيلا، جيڪڏهن هرهڪ گراهڪ سان، ايڏي ڊيگهه ۾ ٻڪشڪ ڪبي ته ڪم جو جلدي اڪلاءُ، ڪيئن ٿيندو!

(ح)

## ٧٦- حُنُود كاسائي واري ڳَڌ:

ڳالهہ ڪندا آهن تہ ڪنهن سَمي، سيوهڻ سنڌ جو تخت گاهہ هيو، جنهن جو حاڪم، همنڪ نالي هُو. هو قلعي اندر رهندو هو.

هڪڙي دفعي، ڪنهن ڏورانهين ڏيهہ جا چار ڄڻا: بادشاهہ، وزير، ڪوتوال ۽ بادشاهہ جو غلام شڪار ڪندي، سنڌ ڊيلي تي، پڪين جي شڪار لاءِ اچي نڪتا. شڪار بعد، شام جو گهوڙن تي سوار ٿي، سيوهڻ آيا. سامهون بادشاهي قلعو نظر آين. خيال ڪيائون تہ قلعي اندر هلي، مهمان ٿي رهجي، پر دروازو بند هو. سَڏَ تي قلعي اندران جواب آيو تہ، ”حاڪم بيمار آهي، تنهنڪري گهڻو گوڙشور نہ ڪريو. تنهن ڪانسواءِ، سج لٿي ڪان پوءِ، قلعي جو دروازو بند رهندو آهي.“ هنن خيال ڪيو تہ ”اتي ئي قلعي پرسان، واري وَٽيءَ تي پَهرو ڏيئي، رات ڪاٽيون.“ پهر پائيين ڪوتوال جو وارو آيو ۽ باقي ٽي ڄڻا سُمهي پيا. اڃا اڌ ڪلاڪ مَس گذريو تہ اوچتو شينهن اچي، سٽائنس ڪَرڪيو، هٽي ڪوتوال جا پيرا ڪري وڌائين. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ، ٻيئي پَهر لاءِ وزير اٿيو. ڪوتوال جا هڏا ڏسي، سمجهائين تہ ”ڪوتوال کي شينهن کائي ويو آهي ۽ هڏا ڇڏي ويو آهي.“ پَهرو ڏيندي، کيس اُڃ ڏاڍو ماندو ڪيو، جنهنڪري پر واري تلاءَ تي پاڻي پيئڻ ويو. اتي جيئن پاڻي پئي پيتائين، تيئن هڪ وڏي مڇيءَ کيس گهليو ويئي. وري ٽئين پهر لاءِ، بادشاهہ اٿيو ڇا ڏسي تہ ڪوتوال ۽ وزير، ٻئي غائب! هڏن کي ڏسي، سمجهائين تہ، هڪ تہ شينهن جو لُقمو ٿي ويو، باقي ٻئي لاءِ، خيال پئي ڪيائين تہ

ڪيڏانهن ويو. بادشاهه کي اڄ ڏاڍو ستايو ۽ جنهنڪري تلاءَ تي پاڻي پيڻ ويو. آتي وزير جي پڳ پئسيي، يقين ٿيس ته ڪوتوال کي شينهن کائي ويو آهي ۽ وزير، پڳ ٻاهر رکي، پاڻي پيڻ ويو آهي ته ڪيس ڪو مانگرمچ کٽي ويو آهي. مٿس اهڙي ته هيبت طاري ٿي، جو پاڻي پيڻ ڪانسواءِ ئي موٽي آيو. هيٺئر غلام جو وارو هو، پر بادشاهه، هن کي آڻڻ، مناسب نه سمجهيو، ڇاڪاڻ ته سمجهائين ته ويچاري، سڄو ڏينهن جاڪوڙ ڪئي آهي. بادشاهه قلعي جي ديوار سان ٽيڪ ڏيئي، ويچار ڪرڻ لڳو ته ايتري ۾ ڪُڪڙن جا دَمَ شروع ٿي ويا. ان وقت حنود ڪاسائي، هميشه جي دستور موجب، پنهنجي گهران نڪتو. سندس گهر ۽ دڪان گَڏوگڏ هئان هئا، جنهنڪري ڪڏ تي نالو ئي پئجي ويو: حنود ڪاسائيءَ واري ڪڏ. هن جي عادت هوندي هئي ته سويل صبح جو اٿي، ڪنهن ماڻهوءَ کي هٿ ڪري، ڪيس ڪهي، گوشت وڪڻندو هو، جنهنڪري ملڪ ۾ حنود ڪاسائيءَ جو وڏو ڌَهڪار هو. حنود کي ڪو هٿ به نه لائيندو هو، ڇاڪاڻ ته وڏو پهلوان هو. ننهن کان سواءِ وٽس تيز اوزار به هوندا هئا. انهيءَ ڪري ڪو اڻ واقف يا شهر جو ڪو ڪمبخت سج اڀرڻ کان اڳ ۾، گهر کان ٻاهر نڪرندو هو. اڄ صبح جو قلعي طرف گهمڻ آيو. بادشاهه تي نظر پيس، جو قلعي جي پر ۾ ڪُرنڊڙو ٿيو پيو هو. هن کي آڻاري، گهر وٺي آيو. اچا بادشاهه کي ڪُهڻ تي هو ته ڪيس خبر پيئي ته شهر جو حاڪم هميشڪ گذاري ويو آهي، جنهنڪري شهر جو ڪاروبار بند رهندو. بادشاهه کي ڪجهه وقت لاءِ مهلت ته ملي، پر ساهه سڪي ويس.

شهر جي حاڪم کي ڪو اولاد ڪونه هو، جنهنڪري وصيت ڪئي هئائين، ته، "منهنجي مرڻ کان پوءِ، قلعي جو دروازو کوليندي، جيڪو پهريون ماڻهو مُنهن پوي، تنهن کي تخت تي ويهارجو." دروازو کوليندي ئي، غلام دروازي پرسان

سنڀال ڏٺائون. سڀ امير، وزير، غلام، ادب سان، مٿانس بيٺي رهيا. جڏهن غلام آئيو، تڏهن اچرج ۾ پئجي ويو ته هي ڇا؟ تنهن تي غلام پنهنجي ٻوليءَ ۾، هن کي چيو ته، اوهان چريا ٿيا آهيو يا ڇا؟" وزير سمجهيو ته شايد پڇي ٿو ته، "سيوهڻ جي بادشاهي ملي آهي يا ٺٽي جو ڪو ٽڪرو به." هٿن هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته، "سائين، هي بادشاهيون، اوهان جون آهن." آخر غلام کي سمجهه اچي ويئي ۽ هو سيوهڻ جو حاڪم ٿي ويو.

اها خبر، بنادير سڄي شهر ۾، وڄ وانگر ڦهلجي ويئي. جڏهن حنود ڪاسائيءَ کي اها خبر پئي، تڏهن ٻه هٿ ٿيون منهن پيٽڻ لڳو. چيءِ اڄ ويو ٻه قلعي جي طرف هوس. جيڪڏهن ڪجهه وقت ترسان ها ته ضرور دروازو کوليندي مون کي ئي عملي جا ماڻهو ميان ها ۽ آءٌ ئي بادشاهه ٿيان ها." پوءِ ته اچي بادشاهه تي مٽيو. ڪٿان جو، ڪٿان پيو اچي! چيءِ، "هي نيپاڳيو، منهن نه پوي ها ته اڄ، مان ئي بادشاهه هجان ها." هڪدم ڏند ڪرٽي، ڪاتي ڪڍي آئيو. بادشاهه کي ڏ ڪٽي وٺي ويئي. حنود کي چيائين ته، "منهنجي مارڻ ۾ ڇا دم ايندءِ. وڌ ۾ وڌ، منهنجي گوشت مان، ٻه-چار روپيه ڪمائيندين، پيو ڇا! تون مون کي جيئندان ڏي ته مان توکي جهجهو ڏنءُ ڏيندس." هن کي ته اهائي ڳالهه کپندي هئي، ڇاڪاڻ ته پيسي جو پٽت هو. ڪاتي ڪڍي ڦٽي ڪيائين. بادشاهه رومال جي ڇڻن ڪنڊن تي، ٻه مصرعون (مصرع مصرع جو اڌ هر هڪ ڪنڊ تي) لکي، حنود کي ڏنائين ته وڃي، نئين حاڪم کي ڏي ته توکي ڇڏي ڇڏيندو. مصرع هي آهي:

يکي شير خورد يکي خورد ماهي،
يکي بندي خانه، يکي بادشاهي.

ڪاسائي رومال ڪٽي، نئين حاڪم کي ڏنو. حاڪم کي ذرا شڪ جاڳيو، پر پوريءَ طرح پروڙي نه سگهيو؛ سو هن به وري چئن ئي ڪُنڊن تي لکي موڪليو:

ڪسي شير خورد و ڪسي خورد ماهي،
ڪسي بندي خانهء، ڪسي پادشاهي.

اهو رومال، ڪاسائيءَ آڻي، بادشاهه کي ڏنو، جنهن وري لکي موڪليس:

ڪوتوال را شير خوردو، وزير را خورد ماهي،
بادشاهه بندي خانهء، غلام پادشاهي.

هينئر ته هن کي سمجهڻ ۾ دير ئي ڪانه لڳي. هڪدم بادشاهه کي آزاد ڪرايائين ۽ حنود کي به چڱو عهدو ڏنائين.

هينئر جو حنود کي چڱو عهدو ملي ويو، جنهنڪري ڪاسائڪو ڌنڌو ڇڏي ڏنائين ۽ ماڻهن جي دلين مان به، آهستي آهستي اهو ڏپ لهي ويو.

حنود واري ڪڏ، اڃا تائين سيوهڻ ۾ قائم آهي، جنهن جي ايراضي، تقريباً پنجن جريبن ۾ ٿيندي.

حنود ڪاسائي واري ڪڏ مان مطلب آهي: اها خوفناڪ اونهي ڪڏ، جا پرجي ئي نه ۽ چاڪاڻ ته ورهين کان وٺي ان ۾ ماڻهن جا هڏا اڇليندو هو.

جڏهن، ڪو ظالمانه ڪم ڪندو آهي ۽ سندس پيٽ نه ڀربو آهي، تڏهن ائين چئبو آهي.

---

# (خ)

## ٧٧- خانن جي خاني، مانيءَ مان معلوم.

ميزبان جي بيٺلائپ يا آسودگي، سندس مانيءَ مان ئي معلوم ٿيندي آهي.

چون ٿا خان خانان بيرم خان (جيڪو اڪبر بادشاهه جو اُستاد ۽ سنڀاليندڙ هو)، ڏاڍو مهمان نواز هو. هر مهمان کي، مانيءَ ۾ مٿڀرون ٻه گذائي ڏيندو هو. انهيءَ ڪري هر مهمان جي واتان، اها ئي وائي نڪرندي هئي ته "جڏهن سچو ٻچو خان' (خان خانان) آهي، تڏهن ته مهمانن کي مانيءَ مان مٿڀرون ٻه ڏئي ٿو." پوءِ هر زبان تي اهو مثال هوندو هو ته، "خانان جي خاني، مانيءَ مان معلوم"، جنهن تان هيئنر مروج ٿي ويو آهي: خانن جي خاني، مانيءَ مان معلوم.

---

## (د)

### ٧٨- دراز ريش، خضر يا ابليس:

هڪڙي پڙهيل، هڪ ڏينهن ڪنهن ڪتاب ۾ ڏٺو ته: ڊگهي ڏاڙهي، بيوقوفيءَ جي علامت آهي. دل ۾ چيائين ته، ”ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو. ڏاڙهي جو عقلن سان ڪهڙو تعلق! منهنجي ڏاڙهي ڪيڏي نه وڏي آهي، پر مون کي ته ڪنهن به بيوقوف نه سڏيو آهي. پڪ ٿي پڪ، لکندڙ ئي بيوقوف آهي.“ پر وري خيال آيس، ته ڀلا ان چوڻيءَ کي، آزمائي ته ڏسجي. جيڪڏهن مان پنهنجي ڏاڙهيءَ جو، چپو ڪن گهٽايان، ته ڪهڙو هرج!“ سو، ڇا ڪيائين، جو قينچيءَ جي ڳولا ۾ لڳي ويو، پر لهي نه سگهيو پوءِ، هن چيو ته، ”قينچي نه ملي ته ڪوبه فڪر ڪونهي، هيءَ بتي به ساڳيو قينچيءَ جهڙو ڪم ڏيندي.“ پوءِ ڪاڏيءَ کان، ڏاڙهيءَ کي زور سان مُٺ وڌائين ۽ ٻئي هٿ سان، مُٺ کان هيٺ بچيل ڏاڙهيءَ کي ڪٽي باهه ڏنائين. باهه ته جلد ئي مچي ويئي، سندس هٿ کي لڳي ۽ دانهن ڪري، وسائڻ جي خيال کان، هيڏي هوڏي ڀڳو، پر باهه اچي مُنهن کي ورتس، هٽي لٿهسي وڌائينس. جڏهن اسپتال مان موٽيو. تڏهن اچي ساڳيون ڪتاب جو صفحو کوليائين ۽ حاشيه تي لکيائين: مون خود ان چوڻيءَ کي آزمايو آهي، اها بالڪل سچي آهي.

### ٧٩- دلوراءِ جي ذڪري:

دلوراءِ، ٻنڀوراءِ ۽ چنو، آمر جا پٽ هئا (١). دلوراءِ

---

(١) تاريخ سنڌ (قلمي نسخو) محمد صديق پيرزاده ص ٨٤.

جي نگري (شهر) ڪيئن ناس ٿي، تنهن لاءِ هيٺين تحفةالڪرام جو حوالو ڏيندي لکي ٿو: (١)

"چون ٿا ته الور جي خاتمي بعد، دلوراءِ، برهمڻ آباد ۾ رهڻ لڳو. ڪيس ڇُٽو امراڻي، پٽ آهر، نالي ڀاءُ هو. ننڍي هوندي ئي خدا تعاليٰ ڪيس، اسلام جي رحمتن ڏانهن مائل ڪيو، تنهنڪري شهر ڇڏي، وڃي قرآن شريف حفظ ڪيائين ۽ اسلام جا ارڪان ۽ عقائد سکيو. جڏهن موٽي آيو، تڏهن سندس دوستن عزيزن، ڪيس شاديءَ لاءِ ستوهه ڀريو، مگر هي پيڙ ڪري بيٺو. تنهن تي ڪنهن طعني طور چيس ته، "پتل ته هيي، تڙڪ (مسلمان)، ڪعبي ڏي وڃي ۽ فلاڻي ناليري عرب جي ڌيءَ سان شادي ڪري" خوش قسمتيءَ سان، هن حج تي وڃڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ان وقت سندس ڀاءُ جوان هو. جڏهن هو، منزل مقصود تي آيو، تڏهن هن، هڪ عورت کي، دڪان تي قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول ڏٺو. هي بيهي ٻڌڻ لڳو. تلاوت ڪندڙ (عورت) پڇيس، ته "ڇو بيٺو آهين؟" چيائين ته، "قرآن ٻڌڻ لاءِ. جيڪڏهن تون مهرباني ڪري مون کي مختلف قرائتون سيکاريندينءَ ته مان تنهن جو ٻانهو ٿي رهندس." عورت جواب ڏنس ته، "منهنجي استاد، فلاڻي جيي ڌيءَ آهي، جيڪڏهن تون پنهنجو ويس بدلائي، زناني پوشاڪ پهريندين ته مان توکي آن وٽ وٺي هلنديس." هُن ائين ڪيو ۽ ٿوري ئي وقت ۾، ڪنواري عورت اڳيان پهچي ويو. آها قاري عورت، ٻين ڪمالات کان سواءِ علم نجوم ۾ پڻ ماهر هئي. هڪ دفعي ان عورت (جنهن ڇُٽي امراڻي کي ٻيبي استاد وٽ، قرائت سکڻ لاءِ ويهاريو هو)، ٻيبي استاد کان پنهنجي ڌيءَ جي طالع بابت پڇيو. ٻيبي استاد کيس باقاعدي جواب ڏنو. پوءِ ڇُٽي ٻيبي استاد کي چيو ته، "جڏهن توکي ٻين جي حال جو

(١) گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ. ص ١٤٠-١٤١.

چيو ته، ”هي شهر عنقريب، بادشاهه جي ظلمن سبب زمين دوز ٿيندو. جنهن ڪي به هي اطلاع ملي ته پل پنهنجو پاڻ بچائي.“ ”ڪن ٿورن ان تي عمل ڪيو ۽ خبردار رهيا. ڀرين رات هڪ پوڙهي عورت، جنهن ائٽ تي سَٽ پئي ڪتيو، جي برڪت سان، ٻيءَ رات هڪ گهاٽي پيڙيندڙ يعني چاڪيءَ جي محابي آفت ٽري ويئي ۽ ٽينءَ رات سڄو ئي شهر زمين دوز ٿي ويو. فقط هڪ منارو، عبرت خاطر وڃي بچيو!“

مرحوم محمد صديق جي قلمي نسخي ۾ لکيل آهي: (۱).

”هڪ ڏينهن اوچتو، راءِ چنيءَ جي گهر لنگهي ويو. چنيءَ جي زال عربيائي منهن ڍڪي، اندر هلي ويئي. جڏهن چنو گهر آيو، تڏهن زال ڳالهه ڪيس، جنهنڪري ٻنهي زال مرد، ٽي راتيون دربار خدائي ۾ متوجه ٿيا ۽ زاريون ڪيائون. چوٿين پيئي يعني واري آئي ۽ زمين ڏٻي، (جنهن ڪان) شهر غرق ٿيو.“

چنو اَمراني، ٻوءِ سيوهڻ ۾ اچي رهيو، جنهن ڪي سيوهڻ وارا چنو اَمراني چوندا آهن (۲). مٿس چڱو گنبذ اڏيل آهي. اڳڻ توڙي پٿين تي ڪاشيءَ جون سرون لڳل آهن. اولاهين پٽ تي هي ڪتبو لڳل آهي:

بدورِ شهنشاه شاهِ جهان،
خديو خرمند صاحبقران،
چون خلدِ برين روضهٔشاه چهتم،
بنا کرد نواب ديندار خان،
ز سالِ بنايش طلب داشتند،
”بهشتي بروئي زمين“ شد عيان.

---

(۱) تاريخ سنڌ (قلمي اسخو) ـ محمد صديق پيرزادو. صفحو ۵۱ع
(۲) سنڌ آزاد اهبر الوحيد ـ ص ۷۳

[سياڻي حاڪم، صاحبقران شهنشاه شاه جهان جي وقت ۾ نواب ديندار خان، ڇٽي درويش جو بهشت جهڙو مقبرو تيار ڪرايو. ان جي ٺهڻ جي سال بابت،گهر ڪياڻون (تہ جواب آيو) هڪڙو بهشت، زمين جي مٿاڇري تي ظاهر ٿيو آهي.]

مرحوم محمد صديق پيرزاده جي قلمي نسخي مان، هيءَ روايت پڻ ملي ٿي (١).

”راجا دلوراءِ جي ڀيڻ جي ڌيءَ جي شادي ٿي. انهيءَ ڀيڻ اچي، راجا کي ايلاز آزيون ڪيون، تہ ڀيڻ جي عزت رکي پر راجا نہ مڃيو. چيائين تہ، ”انجام بادشاهي نہ ڇڏيندس. هم بستر نہ ٿيندس، بلڪ محلات ۾ انهيءَ وقت ايندس.“ ڀيڻ پڇيس تہ، ”ائين بہ ساڳي بدنامي ٿيندي، اصل نہ اچ.“ راجا نہ مڃيو. آخر نا اميد ٿي موٽي پڇيندي ويئي تہ، منهون ٽَرڙا، شل ڇپ پوندءِ، بنياد ئي ناس ٿيندءِ.“

”ڌيءَ جي قدرت سان، جنهن وقت شادي ٿي، انهيءَ وقت، راجا پنهنجي محلات مان نڪري، شاديءَ واري محلات ڏي روانو ٿيو. اوچتو آسمان ۾ غبار پيدا ٿيو، ڳاڙهي واري وسڻ لڳي، جنهن ۾ سڄو شهر غرق ٿي ويو.“

هي واقعو ڪهڙي دور سان تعلق ٿو رکي، تنهن لاءِ هيوز لکي ٿو (٢):

”جيڪڏهن سيد علي مڪي، ان وقت ڇٽي مان گذ بغداد مان سنہ ١٠٢ع ۾ سنڌ ۾ آيو تہ پوءِ شهر جي تباهي، هنن ٻنهي جي سنڌ ۾ وارد ٿيڻ بعد فوراً ئي سمجهڻ گهرجي.“

هيوز جي لکيت کي، پيرزاده جي نسخي مان وزن ملي ٿو (٣):

---

(١) تاريخ سنڌ - ص ٧٦

(٢) دي گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ - ص ١٤٢

(٣) تاريخ سنڌ، فارسي (قلمي نسخو) محمد صديق پيرزادو - ص ٧٦

”سيد علي مکي در سنه ..٤هه حکومت بني عباس در ملک سنده نزديک جبل لک آري پسگردائي سيوستان تشريف فرما شد. بمع دو پسر و يک برادر زاده........ در آن جائي سکونت کرده. در آن ملک حکومت راجه داورائي بود.“

[سيد علي مکي ..٤هه ۾ بني عباس جي حڪومت ۾ سنڌ ملڪ جي لڪي جبل جي ويجهو، پنهنجي ٻن پٽن ۽ هڪ ڀائٽي سان سيوهڻ ۾ تشريف فرما ٿيو.......... انهيءَ جاءِ تي رهائش اختيار ڪيائين، جتي دلوراءِ جي حڪومت هئي...]

## ٨٠- دلي دُور آست:

مطلب حاصل ڪرڻ ۾ اڃا دير آهي.

چون ٿا ته شهنشاه جهانگير، هڪڙو تمام تيز رفتار قاصد، ڪنهن خاص ضروري ڪم لاءِ، ملڪه نورجهان ڏانهن، لاهور کان دهلي روانو ڪيو. اهو قاصد، اهڙو ته تيز رفتار هو، جو آن جهڙا ڪي ٿورا ماڻهو پيدا ٿيا هوندا. هن، بادشاه کي چيو ته، ”آءٌ هڪ ڏينهن ۾ دهليءَ پهچي ويندس ۽ ٻئي ڏينهن واپس، سائين جن وٽ پهچي ويندس“ هلندو هلندو جڏهن اچي دهليءَ کي ويجهو پهتو، تڏهن رستي تان ايندڙ، هڪ پوڙهيءَ کان پڇيائين ته، ”هتان دهلي ڪيترو پري آهي؟“ پوڙهيءَ چيس ته، ”خدا نه ڪري دهلي دور!“ مگر قاصد، انهيءَ جو مطلب سمجهيو ته اڃا دهلي پري آهي. انهيءَ ڪري آتي ئي دل شڪستو ٿي مري ويو!

بادشاه کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن ڏاڍو ارمان ٿيس ۽ سندس تيز رفتاريءَ جو قدر ڪندي، سندس قبر تي، عاليشان عمارت اڏايائين، جا دهليءَ کان ڏهن ميلن جي پنڌ تي، اڄ تائين موجود آهي ۽ ”پيلڪ“ جي مقبره جي نالي سان مشهور

آهي. انهيءَ عمارت جي لٽڻ جو سال ١١٣٣هه مطابق ١٧٢٠ع آهي.

## ٨١- دودو ڏوڙ، چنيسر چاڙهي

ڀونگر سومري کي ٻه زالون هيون. پهرين زال لوهاريءَ مان، هڪ پٽ چنيسر ۽ هڪ ڌيءَ ٻاگهل. ٻيءَ زال سومريءَ (ڏاڏي پوٺيءَ) مان، دودو هئس. دودو ننڍو پٽ هوس. جڏهن ڀونگر مري ويو، تڏهن اميرن امرائن، وڏي پٽ چنيسر کي پڳ ٻڌائي. چنيسر چيو ته، آءٌ ڪان پڇي اچان ته پوءِ پڳ ٻڌندس." مجلس مان اٿي ڪڙو ٿيو. اميرن امرائن چيو ته، "جيڪو اڄ ماءُ کان موڪلائڻ ويو آهي، سو ڪيئن ملڪ هلائيندو، تنهنڪري دودي کي پڳ ٻڌائي، تخت تي ويهاريائون ۽ چنيسر موٽي پشيمان ٿي، گهر وڃي ويٺو.

ڀيڻس ٻاگهل، رات ڏينهن طعنن سان تپائي ڏنس:

"اڳي هيونسين ٻه ڄڻيون، هاڻي ٽيڙ ي ٿياسين ٿي،
چرخو چندن عاج جو، اما اٿي ڏي"

انهن طعنن، چنيسر جي زندگي زهر ڪري وڌي. آخر ڪو ٻيو حيلو وسيلو نه ڏسي، دهليءَ جي حاڪم علاءالدين خلجيءَ ڏانهن ويو. محمد صديق پيرزادو لکي ٿو:(١)

"خلجيءَ کي عرض ڪيائين ته: هن چنيسر، پڻ ٻاگهل جو سڱ تو کي ڏيڻو ڪيو آهي، مگر منهنجو ننڍو ڀاءُ دودو، اعتراض ٿو وٺي......... بادشاهه سنڌ ڏي ايلچي موڪليو. جڏهن ايلچي، ڪوٽ وڳهه ۾ آيو ۽ سومرن کي خبر معلوم ٿي، تڏهن سومرن، قاصد جا ڪَنَ پٽي ڪڍيا. قاصد موٽي، دهليءَ ويو. قاصد چيو:

ٻن ڀاڱهي ۽ ٻار ٻاگهيءَ جا ٻَنِ،
جو ويندو وڳهه ڪوٽ، پٽائي ايندو ڪَنَ.

---

(١) تاريخ سنڌ- قلمي نسخو، ص ٥٧.

بادشاهہ علاءُالدين، وڏو ڪٽڪ، سنڌ تي چاڙهي موڪليو. جتان ہہ لشڪر پئي لنگهيو، اتان جا ماڻهو، اهو گهوٽ ڇڏي ٿي ويا. علاءُ الدين جي هيڏي ساري ڪٽڪ کي ڏسي، عام چوڻي ٿي ويئي.

ڪتيءَ جو پونڪندي، پڇو نيڪري پيو،
مري ويئي، پر لشڪر نہ کٽو.

آباوڙي ۽ آروڙ جون جنگيون ڪٿي، سکر پهتا ۽ چانڊڪا ڪان پوءِ، حيدرآباد مان ٿيندا، وڃي ڪوٽ پهتا. سخت جنگ لڳي. ميدان رت سان رڱجي ريٽو ٿي ويو. گهڻا سومرا مري ويا. آخر دودي جا پٽ ۽ چنيسر جا پٽ مارجي ويا. جڏهن چنيسر جو پٽ ننگر (جو دودي جو نياڻو هو) مئو تہ سگهڙ چيو:

”هي پي شير شهيد ٿيو، سگهڙ ساران ور“

اتي چنيسر بہ خوب وڙهيو، آخر قتل ٿي ويو.

دودو، جنهن پهلوانيءَ سان علاءُ الدين جي لشڪر ۾ ڌاڪوڙو وڌو، تنهن لاءِ سگهڙ چوي ٿو:

ديمين سان دودو لڙيو، گجي جيئن گجمير،
بيهي رهيون رڻ پونءَ ۾، مرد مثل هي مير.*

نتيجو اهو نڪتو جو نہ چنيسر کي حڪومت ملي ۽ نہ دودي جي حڪومت هلي. ڪيترا سومرا مارجي ويا. ڪنهن اهو واقعو ڏسي ائين چيو.

## ٨٢- ڌوڌ کا دوڌ، پاڻي کا پاڻي:

متڙا (هندستان) شهر ۾، هڪ حلوائي رهندو هو، جو ڪڏهن بہ خالص کير نہ وڪڻندو هو ۽ نہ وري مٺائي خالص ٺاهيندو هو. هڪ دفعي، ان حلوائيءَ جي دڪان تان، هڪڙي باندر، پيسن جي گوٿري (جنهن ۾ پيسا، آنا، پيانيون

---

* ديمين=لشڪر. گجمير=شينهن، رڻ پون=جنگي ميدان.

پائليون وغيره هيون) ڪٽي، واهه جي پر واري وڏي وڻ جي ڇونيءَ تي وڃي ويٺو. ڳوٺڙيءَ مان پئسا ڪڍي، هڪ پيسو پاڻيءَ ۾ ته هڪ پيسو هيٺ پيو اڇلي. اهڙيءَ طرح ڳوٺري جي اڌ رقم، پاڻيءَ ۾ اڇلايائين ۽ اڌ رقم هيٺ. حلوائي دانهون ڪوڪون ڪري چوڻ لڳو ته، ”اڙي ظالم، اهو ڇاٿو ڪرين؟“ ڏسندڙن مان هڪ شخص چيو ته، ”دوڌ ڪا دوڌ اور پاني ڪا پانيءَ الڳ ڪر رها هي!“ يعني کير ۾ جيڪي پاڻيءَ وجهڻ ڪري، تو کي وڌيڪ پيسا مليا هئا، سي پاڻيءَ ۾ وجهي رهيو آهي.

مطلب. جڏهن عدل ۽ انصاف پوريءَ طرح ٿئي، تڏهن ائين چئبو يا انهيءَ شخص جي باري ۾ ائين چئبو، جو عادل ۽ منصف مزاج هجي.

# (ڏ)

## ٨٣- ڏيءُ پاڙي، اندر ساڙي، ڏيءُ دور ڪاڻي ڇُور.

چون ٿا ته ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي ڌيءَ، پاڙي ۾ پرڻائي ته جيئن اکين آڏو هجي. پهر پائين ته ڳهوٽ ڪنوار، پاڻ ۾ ڪيير ڪنهڻ هئا، پر پوءِ جيئن دستور آهي ته ۾ لڳڪر به پيا لڳڪن، تنهن وانگر بعضي ڪڏهڙا ڪهرا پوندا هئا. هڪڙيءَ پاڙي واريءَ وچي ڇوڪريءَ جي ماءُ کي ٻڌايو ته، "تنهنجي ڌيءُ کي مڙسس مڏايو ماريو آهي." مطلب ته ڳالهه هجي يا نه، ته به آها، يا ڪا ٻي پاڙي واري، شرير عورت، ڪنوار ماءُ جا ڪَن پر پندي رهي. ويتر جڏهن ڌيئس پيڪي وڃي ۽ وَرَ جي نيڪي نه ڪيائين، تڏهن اها حالت ڏسي، ماءُ جا آنڊا سڙڻ لڳا. اتي هڪڙيءَ ويڻل مائيءَ چيو ته، "ڌيءُ پاڙي، اندر ساڙي، ڌيءُ دور، ڪاڻي ڇُور." (ڇُوري)

مطلب. ته پاڙي جي ڌوري گهڻي ڳالهه ٻڌي به پيو، پيءُ- ماءُ کي ڏک ڏيندو، پر ڏور پند سبب، جهڙي تهڙي ڳالهه ٻڌڻ ۾ ئي ڪانه ايندي.

# (ڏ)

## ٨٤- ڏاچي هٺي ڏهه، ته توڏي هٺي ٽيرهن.

جڏهن سوڍي (راڻي)، مومل ماڻي، تڏهن روزانو رات جو ٻليءَ ڏاچيءَ تي چڙهي، وڃي مومل جو مهمان ٿيندو هو ۽ رات اتي گذاري، صبح جو موٽي، ماڳ ايندو هو. اهو ڳجهه ڳوهه وارو قصو آخر کلي پيو، جنهنڪري همير سومري کي مٺيان لڳي ۽ ڪاوڙ وچان، راڻي جي سواريءَ واريءَ ڏاچيءَ کي، پيرن ۾ ڪيرَ هڻائي، منهو ڪرائي ڇڏيائين. هيئنر راڻي لاءِ، زندگي زهر ٿي پيئي، سو لڳو ڪاڪ هلڻ لاءِ گهات گهڙڻ. آخر ڏاچيءَ واري جتَ کي گهرائي، ڪانئس پڇيءَ ڪنهن اهڙيءَ ٻئي ڏاچيءَ يا اٺ لاءِ پڇا ڪيائين. جت چيس ته، "سائين، اَن ڏاچيءَ جي هڪڙي توڏي آهي، جنهن کي پڻ، ماءُ جهڙا پاڻي آهن." راڻي چيس ته، "متان وچ ۾ تي ويلو وجهي؟" جت چيس ته، "سائين، اوهين خيال نه ڪريو، توڏي ننڍي آهي، مگر وک ۾ ماءُ کان به وڌيڪ آهي. ڪا پرواه نه ڪريو. ڏاچي، ڏهه هٺندي هئي ته توڏي، تيرهن هڻندي." پوءِ راڻو، روزانو انهيءَ سواريءَ تي مومل سان ملڻ ويندو هو.

شاهه ڀٽائي به اهڙو ذڪر ڪيو آهي:

ننڍو تان ڪوهه، پر وِکين آهي وِترو،
اچيو ڪاڪ ڪنڌين ۾، پهيس پکيءَ جان پوءِ،
ان ڪرَ منجهان ڪو، ميو مالو نه ٿئي(١).

---

(١) ڪوهه = چا. نان ڪوهه = چا ٿي پيو. وِکين = وکن ۾. وِترو = وڌيڪ. پهس = او چتو، تڪڙو. ڪرَ = ڪمل، ڪنب. ميو = اٺ. مالو = ٽڏو، سست، بي پاڻي.

## ٨٥- ڏسجي ته اٽ، کهڙيءَ ڪَڙيءَ ٿو ويهي؛

ڏسجي ته ڇا ٿو ظاهر ٿئي، معاملو ڪهڙي صورت ٿو وٺي ۽ نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري.

ڪنهن سبزي فروش ۽ ڪنڀار گڏجي، ڀاڙي تي هڪڙو اٺ ورتو. هڪڙي پاسي، سبزيءَ واري پنهنجون ترڪاريون لَڏيون، ته ٻئي طرف وري ڪنڀار پنهنجا برتن ڀريا. رستي تان هلندي هلندي، اٺ پنهنجي گردن موڙي، ڀاڄيون کائيندو پئي ويو، جنهنڪري ڪنڀار دل ۾ خوش پئي ٿيو. ڪنڀار دل ۾ چيو ٿي ته، "ڏاڍو چڱو ٿيو، جو مان ته نقصان کان بچي ويس، ڇاڪاڻ ته بازار ۾ ٻئي ڪي، پنهنجو پنهنجو مال وڪڻنو هو.

جڏهن بازار جي ممنهن وٽ پهتا ۽ جَت "ٽ" ڪي ويهاريو ٿي، تڏهن سبزيءَ واري چيو ته، ڏسون ته اٺ، کهڙيءَ ڪڙيءَ ٿو ويهي!" هوڏانهن ويهڻ لاءِ اٺ، ڀريائين بدن کي انهيءَ پاسي کي آچل ڏني، جنهن ڏانهن ڦٽس ڪنڀار جا برتن رکيل هئا. اٺ جي ويهڻ سان، ڪنڀار جا ڪيترائي ٿانءَ ڀڄي پرزا پرزا ٿي پيا.

سبزيءَ واري، جڏهن پنهنجي ۽ ڪنڀار جي نقصان جو اندازو لڳايو، تڏهن ڏٺائين ته ڪنڀار جو وڌيڪ نقصان ٿيو آهي. انهيءَ وقت کان اها چوڻي مشهور آهي.

## ٨٦- ڏيڪ مولهي دا توڏا؛

هڪڙي جت کي نياپو آيو ته تنهنجي ڏاچي (مولهي) ويائي آهي، جنهن توڏو ڏنو آهي. جَت تيار ٿيو ته ڏاچيءَ (جا واهه جي ٻيءَ پَر تي، جهنگ ۾ ويائي هئي) کي ڏسي اچان، پر سنڌس لاڏلو نينگر چوي ته، "مان به مولهيءَ جو

توڏو ڏسان" آخر ٻئي تيار ٿيا. جڏهن واهه جي ڪناري تي آيا، تڏهن ڀٽ کي چيائين ته، "تون منهنجي ڪلهي تي چڙهي ويهه ته پار هلون." جڏهن واهه جي وچ تي آيو، تڏهن پاڻيءَ جي زور ڪان، تري تري ٽڪجي پيو ۽ چيڙ وچان پٽ کي چائين ته، "ڏيڪ سولهي دا توڏا". تو کي مون جهليو، ته نه مڙئين، هينئر ڀڻهي جو سير ٿو وڃي. آخر ٿڙي ڦٿڙي ڪناري تي آيو.

مطلب . جڏهن ڪو ضد ڪندو آهي ۽ باز نه ايندو آهي، تڏهن ان کي ائين چئبو آهي.

## ٨٧- ڏيڪ ياران دي ڦيري، ماءُ ڦيري ڪي ميري:

هڪڙا ٻه زال مڙس هئا. هڪڙي ڏنعي زال، پنهنجي مڙس جي، پاڻ سان محبت جي آزمائش وٺڻ جي خيال ڪان، ڪوڙ ڪري بيمار ٿي پيئي. ويچاري مرد، کيس سچ پچ بيمار سمجهي، سندس گهڻائي علاج ۽ سٽيون ڦڪيون ڪرايون، مگر زال اهڙو مٽڪر رٿيو هو، جو مرد کي ڪو به فرق نظر نه آيو. آخر هڪ ڏينهن زال چيس ته، "مون کي هڪڙي درويش جو ڏسُ مليو آهي ته، جيڪڏهن تون پنهنجي سسُ جي مٿي جا وار، پنهنجي مٿي هيٺان رکي سمهنديئن ته يڪدم چڱي ڀلي ٿي پونديس، ٻيءَ صورت ۾، مري ويندينءَ!"

مرد، اها ڳالهه ٻڌي، تاڙي ويو، ته "بيماري وغيره ڪانه آهي، مگر منهنجي آزمائش لاءِ، مٽڪر ڪيو اٿس، ته آءٌ سندس لاءِ، پنهنجي ماءُ جي مٿي جا وار، آڻي سگهان ٿو يا نه؟" سو پنهنجيءَ سس وٽ ويو ۽ چيائينس ته "تنهنجي ڌيءُ جي چڱي ڀلي ٿيڻ لاءِ، هڪڙي درويش جو ڏسُ مليو آهي ته جي تنهنجي سسُ پنهنجي ڌيءُ کي سندس مٿي جا وار، مٿي هيٺان رکي سمهڻ لاءِ ڏيندي، ته پوءِ يڪدم چڱي ڀلي ٿي پوندي، ٻيءَ صورت ۾ سندس بچڻ محال آهي."

ويچاريءَ ماءُ، اهو حال ڏٺو، پاڪيءَ سان، پنهنجو منهن صاف ڪرائي، هرّ جا هڙ وار، پنهنجي ڌيءَ ڏي ڏياري موڪليا.

جڏهن مرد، پنهنجي سسّ جا وار آڻي، پنهنجي زال کي ڏنا، تڏهن هو خوشيءَ کان، منهن هيٺان رکي سمهي پيئي ۽ هڪدم ڇڳن ڀلن جهڙي ڏيکاري ڏيڻ لڳي.

اهو حال ڏسي، اهو شخص ڊوڙندو پنهنجي ماءُ ۽ سسّ ٻنهي کي زال وٽ وٺي آيو. آن وقت انهن ڏي اشارو ڪري، زال کي چيائين تہ، "ڏيک ياران دري ڦيري، ماءُ تيري ڪيي ميري؟"

## ٨٨- رامُ ڪهاڻي:

ٻالهہ ڪي اجائي ڊيگهہ وٺائڻ يا اِنگهائڻ، ثوري جواب جي بجا گهڻي بَڪ ڪرڻ.

رام، راجا دسترت جو وڏو پُٽ هو. راجا دسترت کي ٣ زالون هر هڪ ڪوشليا، سُمترا ۽ ڪيڪئي هيون. ڪوشليا مان رام، سُمترا مان لڇمڻ ۽ شَترگهن، ۽ ڪيڪئي مان ڀرت هوس. هڪ دفعي راجا دسرت کي، ڪو زهر آلوده تير لڳي ويو هو، جنهن جو زهر، راڻي ڪيڪئي، پنهنجي زبان سان چوسي ڪڍيو هوس. راجا، سندس ايڏي خدمت مان خوش ٿي، کيس وچن ڏنو ته، ”گهُر، جيڪي گهرڻو اٿيئي.“ راڻيءَ ان وقت عرض ڪيو ته، ”مون، جنهن وقت ضرورت محسوس ڪئي، تڏهن پنهنجو انعام گهرنديس.“ راجا چيس ته، ”چڱو، تو سان وچن آهي، تو کي جيڪي به ۽ جڏهن به گهرجي، تڏهن گهُرجانءِ ته تو کي ملندو.“

راجا جو وڏو ۽ ولي عهد پُٽ، رام هو. راڻي ڪيڪئيءَ کي اچي لالچ ٿي، ته راجا کان پوءِ، گاديءَ تي منهنجو پُٽ ڀرت ويهي. اهو خيال ڪري، راجا کي وڃي وچن ياد ڏياري، پنهنجي پُٽ ڀرت لاءِ، گاديءَ جي گهُر ڪيائين ۽ آن سان گڏو گڏ رام چوڏهن ورهيہ بَن (جهنگل) ۾ وڃڻ جو شرط پيش پڻ ڪيائين. هاڻي ويچارو راجا به چِڻ ٻِين ٻاهين ۾ اچي ويو! جي وچن ٿو پاڙي ته هڪ لائق پُٽ جي جدائي ٿي ماريس، پر جي وچن ٿو وساري ته پوري ڀارت ورش ۾ ڪوڙو ٿو ليکجي! هاڻي وڃي، سو وڃي ڪيڏانهن!

هوڏانهن رام کي جڏهن انهيءَ قصي جي خبر پئي، تڏهن سيڌو پيءُ وٽ آيو ۽ عرض ڪيائينس ته، "پيلجي! اوهان جو وچن اوس پورو ٿيڻو آهي، آءٌ چوڏهن ورهيه بنواسي ٿيڻ لاءِ تيار آهيان ۽ گادي ڀڻ بيشڪ ڀرت کي ملي، آءٌ انهيءَ ۾ خوش آهيان. ائين چئي، روئندڙ ۽ غمزده پيءُ کي پيرين پئي، کانئس موڪلايو. اڃا ٻاهر مس نڪتو، ته سندس استري (زال) سيتا ۽ ڀائس لڇمڻ، جي پڻ تيار بيٺا هئا، سي ساڻس هلڻ لاءِ تيار ٿيا. رام، کين گهڻوئي سمجهايو ته، "بن ۾ هي تڪليفون آهن، هي مصيبتون آهن وغيره، مگر ڪيتري سمجهائڻ جي باوجود به، هُو نه مُڙيا ۽ ساڻس گڏ روانا ٿيا. آهي چوڏهن ئي سال، هنن ڏاڍيءَ تڪليف سان، ڏکڻ هندستان جي جهنگلن ۾ گذاريا. هڪ دفعي رام جي استري سيتا کي، بن ۾ اڪيلو ويٺل ڏسي، سلون جو راجا راوڻ، کڻي ويو. جنهن سان لڙائي ڪري، ڏکڻ هندوستان جي راجا سگريو ۽ سندس وزير هنومان جي مدد سان، سيتا کي هٿ ڪيو ويو ۽ انهيءَ لڙائيءَ ۾ راوڻ مارجي ويو. راوڻ جي مارجڻ ڪري "دسهڙو" ملهايو ويندو آهي.

چوڏهن ورهيه بنواس جي مُدي پوري ٿيڻ کان پوءِ، رام، پنهنجي راڄ ڌاني (تختگاه) ۾ موٽي آيو. ڀائس ڀرت، جو اصل ۾ ڀاڻ کي راجا جو نائب سمجهي، سندس چاکڙي، تخت تي رکي، حڪومت جو ڪاروبار هلائي رهيو، سو رام جي پيشوائي ۾ ويو، وڏي عزت سان کيس وٺي آيو. انهيءَ رات ساري شهر ۾ چراغ بندي ڪئي ويئي. ڏياري، انهيءَ موقعي جو يادگار آهي.

جڏهن ٿوري احوال ڏيڻ جي بجاءِ، لنبو چوڙو جواب ڏبو آهي. تڏهن عام طرح ائين چيو ويندو آهي: اها "رام ڪهاڻي" ڇڏ، يعني ڊيگهه ڇڏ، پنهنجو ڪليل مقصد ظاهر ڪر.

ڪي وري، ”دڪ ڀري ڪهاڻي“ لاءِ به، اڻين چوندا آهن.

## ٨٩- راهوجن ۾ رات، قادر ڪنهن جي نه وجهي:

سنڌ ۾ راهوجن جا ڪيترائي ڳوٺ آهن، پر هيءَ ڀاڪو تعلق رکي ٿو ”ڪنڇي“ واري راهوجن سان. مدديجيءَ جي پرسان، ڪنڇي ۾، راهوجن جو ڳوٺ آهي.

ڪنهن سمي هڪڙو سيد، ان ڳوٺ ۾ وڃي نڪتو. واقفيت نه هئڻ ڪري، وڃي مسجد جو پاسو ورتائين. رات جو پٽڙو پٽ مليس، تنهنڪري سندس اندر نه ٺريو. تنهن کان سواءِ هڪ گرمي ۽ ٻيو اپُهڙ ۽ ٽيون وري مصيبت ڪچي جا مڇر! ساري رات لڇندي گذاريائين. صبح جي نماز پڙهي، موڪلائڻ لڳو ته جماعت جي ماڻهن چيس ته، ”قبلا، مهرباني ڪري هڪڙي ٻي به رات رهو.“ جنهن تي شاهه صاحب چيو ته:

”ابا راهوجن ۾ رات، قادر ڪنهن جي نه وجهي!“

ڪن جو خيال آهي ته اهو سيد، شاهه عبداللطيف هو، جو فقيرن سان گڏ، راهوجن ۾ رهيو ۽ انهن جي حالتن کي ڏسي، هي بيت چيائين:

راهوجن ۾ رات، قادر وجهي نه ڪنهن جي،
رُنون رب رُلايون، آهر اڳلي وات،
پَليجَن کان پات، پَرجي آئي پٽ جي.

چون ٿا ته اتان جي ڏالن، شاهه صاحب جي فقيرن سان چرچا ڪيا هئا ۽ شاهه صاحب جي هڪ عقيدتمند، پَليجَن جي ڳوٺ مان، پٽ جي پاٽ پرائي آندي هئي. شاهه صاحب بيت ۾ اهڙي وضاحت ڪئي آهي.

## ٩٠- روهين رُلا، مٿي ڪَلا *

ڪوهستاني ڏنار، مال جي سانگي، ڪڏهن ڪٿ ته ڪڏهن ڪٿ. سدائين سبزيءَ ۽ گاهه وارو هنڌ پيا ڳولين ته جيئن سنهو مال سُکيو رهي ۽ ٿيو متارو ٿئي، ڇاڪاڻ ته سندن مکيه گذران آهي ئي مال جي پيدائش تي! انهيءَ ڪري سندن ٽپڙ، سدائين پٺيءَ پاڏون يا مٿي تي ڏٺا. ڪنهن واڙهوڙو، سانگي ماڻهن کي انهيءَ اَنَڌَ لڏاڻ واري حالت ۾ ڏسي ائين چيو:

سانگي ماڻهن لاءِ، ٻيءِ به چوٽي آهي ته: لَڏو ئي لَٽ تي، يعني سندن گذر، سنهي مال (ٻڪري ۽ رڍ) تي آهي، جن جي پٺيان لٽ ڪنيو، چراوها ڳوليندا ۽ ڏڻ چاريندا ٿا وتن. ”لٽ“ لفظ، تمثيل ئي ڪم آيو آهي يعني ”لٽ“ مان مراد ”ڏڻ“ آهي. پيا ته ڌرار سامان جي هڙ ٻڌي لٽ تي لڙڪائي ڪلهي تي رکندا آهن.

## ٩١- رُهو حَلال، پوئيون حَرام :*

چون ٿا ته مڪتب جي شاگردن، گهٽيءَ مان ڪنهن پاڙيسريءَ جي ڪُڪڙ ڦاسائي، استاد جي گهر موڪلي ڏني. جڏهن استاد کي، اها خبر پيئي، تڏهن شاگردن کي سخت تنبيه ڪيائين. شاگردن چيس ته، ”سائين، ڪُڪڙ پاڻهي مڪتب ۾ آئي. شايد ڏٺيءَ، اوهان لاءِ ئي موڪلي آهي.“ استاد چيو ته، ”نه بابا، نه، مون کي حرام نه گهرجي“ شاگردن چيو ته، ”استاد صاحب ڀلا، هيءَ ڪڪڙ ڪنهن کي ڏيون؟“ استاد چيو ته، اوهان گهٽيءَ ۾ وڃي، شريعت مطابق، زور سان ٽي ڀيرا چئو ته، ”ڪنهن جي آهي هيءَ ڪڪڙ. جيڪڏهن ٽنهي ڀيرن سان، ڪو مالڪ پيدا نه ٿئي ته پوءِ چئجو ته مالڪ موڪلي آهي.“ شاگرد، گهٽيءَ ۾ وڃي،

---

* روعين=روهن ۾، جبلن ۾. رلا=پنڌ. ڪلا=پادر، هڙ، جنهن ۾ پادر، ڪپڙا وغيره ٻڌل هجن.

ڪُڪڙ ڪي هٿ ۾ جهلي مٿيرو ڪنيءَ ۾ ڀيرا ڏيو، "ڪنهن جي آهي (زور سان)، هيءَ ڪُڪڙ (بلڪل آهستي)." ننهي ڀيرن سان ڪنان ۾ آواز نہ آيو. پوءِ ڪُڪڙ کي حلال ڪيائون. استاد، گهر وارن کي چيو تہ، "منهنجي ڀاڳي ۾ موڪليل ٻوڙ ۾ ٻوٽيون نہ وجهجو، باقي رَهو (شوروو) جائز آهي." سو پلي هجي. جڏهن شاگردن استاد جي اها فتويٰ ٻڌي، تڏهن هڪڙي شاگرد چيو تہ، "رَهو حلال ۽ ٻوٽيون حرام."

هڪ روايت مطابق، استاد چيو تہ، "جيڪڏهن ٻُوٽيي ٻاٺي ڏوئيءَ تي چڙهي پوي تہ اها جائز آهي، باقي سيو ڪري نہ ڏجو."

# (س)

## ٩٢ـــ سَپُ نہ ماري، پر سَپَ جو سُراپ ماري:

هڪ دفعي ڏيڏر ۽ سپ (نانگ) پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندي، "ڪَنڪَجڻ" جو ذڪر ڇيڙيو. ڏيڏر، نانگ کي چيو تہ، "تنهنجي چڪ کان نہ، پر تنهنجي سراپ [ڏپ](١) کان، ماڻهو مرن ٿا." نانگ، ڏيڏر کي چيو تہ، "ڏپ کان نہ، پر ڪنڪجڻ کان مرن ٿا." هر هڪ پنهنجي پنهنجي ڳالهہ تي قائم رهيو! آخر ڏيڏر، نانگ کي چيو تہ، "ان ڳالهہ، جو تجربو ٿا ڪريون، تون ڪنهن واٽهڙوءَ کي ڪڪي، وڃُن جي جهنگَلي ۾ لڪي وڃ. ٿوري دير بعد، مان پاڻيءَ مان مٿُهن ڪڍندس تہ جيئن واٽهڙو سمجهي تہ ڏيڏر رُهندڙو هنيو آهي" پوءِ نانگ، هڪڙي واٽهڙوءَ کي ڪَنڪي، هڪدم جهنگَلي ۾ لڪي ويو. واٽهڙُو ويچاري رهڙُ جي هندَ، خوب مهڻون سهڻون، سُوڏون سڙيون ڏنيون ۽ هيڏي هوڏي ڏٺو، پر نانگ تہ نظر نہ ڪونہ آيس. ڏيڏر، پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري، "ٽان ٽان" ڪرڻ لڳو. ڏيڏر، جي "ٽان ٽان" ٻڌي، پڪ ٿيس تہ اها رُهڙي ڏيڏر ئي ڏني آهي. نانگ بہ اهو سمورو لقاءُ ڏسي رهيو هو. آخر اهو واٽهڙو هليو ويو.

ڏيڏر، نانگ کي چيو تہ، "ڏٺءِ، جڏهن مون تي نظر پيس، تڏهن ساهہ پيس، پر جيڪڏهن تون سنهن ڪڍين ها تہ ٿڪو ڪري، ڪيري پوي ها. هينئر مان، ڪنهن واٽهڙوءَ کي نڱهنڊ هڻي، لڪي ويندس ٿوري دير بعد تون ڪَنَ ڪڍجانءِ." اها انهن ڳالهين کان فارغ مس ٿيا تہ ڏيڏر هڪ

---

(١) "سراپ" جي لغوي معنيٰ آهي: پِٽ، پاراتو، بددعا.

وانڍڙو کي اُڪاڻ رانبوئو ڪرايو. وانڍڙو کي رانبوئو ته لڳو، پر ڪا چيز نظر ڪانه آيس. مٿس اهو اثر ويٺو ته شايد ڪڪٽ سينگهيو آهي. اچا انهيءَ خيال ۾ هو ته نانگ به ڪَرُ ڪڍي، ڦوڪُون ڏيڻ لڳو. وهم جي ڪري اڌ ته اڳ ئي مري چڪو هو، ويتر جو نانگ ڏٺائين، پوءِ ته سندس شڪ يقين ۾ تبديل ٿي ويو. سارو بدن ڏڪڻ لڳس. مٿس اهڙو ڊپ ويهي ويو، جو ٿوري دير ۾ ئي دم ڏنائين.

ڏيڏر، نانگ کي چيو ته، ڏٺءِ، تنهنجي ڊپ کان مري ويو يا تنهنجي چڪ کان!"

## ٩٣ـ سُتَن ڪُونهان، جاڳَندَن وَڇون:

غافل ۽ سُست انسان کان، هوشيار ۽ چالاڪ ماڻهو، وڌيڪ نفعو حاصل ڪري سگهي ٿو.

هڪڙا ٻه دوست، مال جي چاري سانگي، پنهنجون مينهون ڪاهي، ڪچي ڏانهن ويا. رات جو واري وٽيءَ تي جاڳندا هئا ته متان ڪو چور اچي، مينهون ڪاهي نه وڃي يا مهل ڪُمهل مينهون (جي ويم تي هيون)، ويامي پون. انهن ٻنهي مان، هڪڙو سُست ۽ ننڊو هو ۽ ٻيو هوشيار ۽ چست چالاڪ. اهو سُست، رات جو ٿورو وقت جاڳندو هو ۽ گهڻو وقت، ننڊ ڪندو هو، تنهنڪري اُن جي مينهن جي ٻم خدمت ۽ ديک ڀال، اهو هوشيار ۽ چالاڪ ڪندو هو.

هڪڙيءَ رات، ٻنهي جون مينهون ويامي پيون. جنهن کي ننڊ هئي، تنهن جي مينهن، وڇ ڄڻي ۽ جاڳندڙ جي مينهن ڪونهون! اهو حال ڏسي، اُن کي ڏاڍو ارمان ٿيو. مگر، جلد ئي پاڻ سنڀالي، آها وڇ، پنهنجي مينهن جي پويان لاتائين ۽ پنهنجي مينهن وارو ڪونهون، سُمهيل دوست جي مينهن جي پويان!

جڏهن سُست ماڻهو، ننڊ مان سجاڳ ٿيو ۽ مينهن جي پو يان ڦُرَ ڏٺائين، تڏهن دوست کان پڇيائين. هن پڌايس ته، "منهنجيءَ مينهن، وَڇ ۽ تنهنجيءَ، ڪُونهون (١) ڏنو آهي." هُن چيس ته، "ائين ڪيئن هوندو؟" چالاڪ دوست جواب ڏنس ته،

"يار، سُتن ڪُونهان، جاڳندن وَڇون!"

## ٩٤- سَتِي چَڙهي ڏاگهه:

چيڪيا تي چڙهڻ، جو مطلب عورت جو مڙس جي لاش سان گڏ جلڻ.

ڪنهن سمي، هندن ۾ ستي لڪڙيءَ جو رواج هو، يعني عورت جو، پنهنجي مئل مڙس سان گڏ، ساڳيءَ لَڪڙَ (ڪاٺين) ۾ سڙڻ. هندن ۾ اهو رواج گهڻو وقت هليو، پر پوءِ لارڊ وليم بينٽڪ وائسراءِ هند ١٨٢٩ع ۾ بند ڪرائي ڇڏيو.

اڪبر بادشاهه به (١١٠٥ع)، اُن جي بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر راجپوت رائين، اُن جي مخالفت ڪئي، جنهنڪري بادشاهه ڍرو ٿي ويو.

جڏهن ڪنهن وِلهيءَ جو وَرُ، پرلوڪ پڌار يو هو، تڏهن هوءَ، سائس وفاداري ڏيکارڻ لاءِ، سندس لاشي سان، ساڳين ئي لَڪڙين (لونڪن) ۾ جَلي ڀَسم ٿي ويندي هئي. انهيءَ ڪري هندن ۾ اها عام چوڻي آهي ته:

"سَتِي چڙهي ڏاگهه،
لهي ته ٿيئي ڪانئُون ڪُنن هاب!"

---

(١) ڪولهون چئبو آهي: مينهن جي ڦر ڦُر ٿي ۽ وڇ، مادي ڦر ڪي. وڇ، ڪولهي ڪان، وڌيڪ فائدي واري آهي، ڇاڪاڻ ته اها ڦر ڄڻيندي ۽ کير ڏيندي آهي.

انهيءَ حقيقت جي اصليت، هن ريت بيان ڪئي وڃي ٿي:
شيوجي کي، ”ستي“ نالي ڌرم پتني (زال) هئي، جنهن جو پيتا هڪ وڏو راجا هو. هڪ دفعي، راجا ”يگيه“* تيار ڪيو ۽ موقعي تي، هن سڀني چاهين کي گهرايو، مگر هڪڙو پنهنجي ڌيءَ ستيءَ کي نه سڏايائين، جنهن تي ستيءَ سخت گهٻرايو. پنهنجي ور، شيوجي مهراج کان مشورو ورتائين، جنهن وڃڻ کان روڪيس. مگر هوءَ ميسر هئي ۽ چاهيائين ته يگيه ۾ پين پيمرن سان گڏ هجي. آخر شيوجيءَ، خوشيءَ سان وڃڻ جي اجازت ڏنيس ۽ هيءَ اڻ ڪوٺي هلي ويئي. سندس پيتا، انهيءَ خيال وچان، ڪيس منهن ڪونه ڏنو، ته جيئن دل شڪسته ٿي موٽي وڃي. هن پنهنجي پتا جي بي رخي ۽ پنهنجي بي بسي ۽ لاچاريءَ کان بيزار ٿي، يگيه جي عين موقعي تي، پاڻ کي ڪٺي آگ ۾ آچلايو، جنهن ۾ جلي، ڀسم ٿي ويئي.“

ستيءَ، پنهنجي خودداري ڏيکاري ۽ انهيءَ ٿي ڪري هر خوددار ديويءَ، ستيءَ جي پيروي ڪرڻ شروع ڪئي. ستيءَ جي نالي پويان ئي هن رواج جو نالو ”ستي لڪڙي“ وارو رواج پيو يعني اهو جلڻ جو رواج، جنهن جي ابتدا ستيءَ ڪئي.

## ٩٥- سوڙ آهر پير ڊگهيرجن:

پنهنجي وسعت ۽ آمدنيءَ آهر هلجي.

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي سال، سرديءَ جي موسم ۾ شهنشاهه اڪبر، بيربل وزير کي حڪم ڏنو ته، ”غريبن لاءِ، سوڙون تيار ڪرايون وڃن ته جيئن غريبن کي سرديءَ کان

* يگيه = جشن، ميسر يا ميشر، برهمڻ جو لقب، معزز.

بچاءَ لاءِ ڏنيون وڃن، اهو پڻ ٻُڌاءِ ته هر هڪ سَوڙ جي ڊيگهه ڪيتري هجي؟" بيربل وزير عرض ڪيو ته، "پين-ايائن والن تائين ڊگهيون هئڻ گهرجن".

مقرر انداز ۾، سَوڙيون تيار ٿيون. آزمائش لاءِ، انهن مان هڪڙي سَوڙ کڻي، شهنشاه پنهنجي مٿان وڌي، ليڪن سَوڙ ڪجهه ننڍي هئي، تنهنڪري شهنشاه جا پير، ٻاهر نڪري پيا. ان وقت بيربل وٺي دانهن ڪئي. شهنشاه هڪدم پنهنجا پير کڻي سوڙها ڪيا. بيربل کلي چيس ته، "جيئندا قبلا! جيتري سَوڙ، آهي، اوترا پير به ڊگها ڪريو".

## ٩٦- سؤ وڃي، پر ساءُ نه وڃي!

وقت تي نقصان سهجي، پر آچن ڏندن جي پريت نه وڃائجي.

هڪڙا ٻه گهرا دوست هئا، جن جي پاڻ ۾ اهڙي ته پڪي ۽ پختي پريت هئي، جو هڪ-ٻئي جي گهر ۾ به ايندا ويندا هئا ۽ اويل سويل هڪ-ٻئي جي مدد به ڪندا هئا.

دوستن مان، هڪڙي پنهنجي گهر واريءَ لاءِ، سونو هار ٺهرايو. وِهانءَ وَڏائي يا ٻُڪي چُڪيءَ تي سندس گهر واري، اهو سونو هار پائي ويندي هئي. هڪ ڀيري، ننڍڙي، ڌيءَ چيس ته، "امان، اهو هار مون کي ڏي." قصو ڪوتاهه، هن ويچاريءَ، ڌيءَ جي ڳلي ۾ هار وڌو، پر کيڏندي ڪُڏندي هار ڇني وڌائين ۽ باقي وڃي پتلو رهيو. ماءُ ويچاري ڊپ جي ماري، اهو حال ڏسي، گهٻرائجي ويئي ته مٿان سندس خاوند کي خبر پوي. ڪنهن ڏينهن وَجهه وٺي، مڙس کي چيائين، "ميان، تنهنجو فلاڻو دوست، سَو روپيا گهرڻ لاءِ آيو هو، ليڪن پيسو ته هوئي ڪونه، تنهنڪري "هار" کڻي ڏنو مانس ته وڃي گهرج پوري ڪري".

---

(١) راوي محترم مختار احمد عباسي، ريالي باغ لاڙڪاڻو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ، جڏهن سندس دوست گهر آيو، تڏهن ان جي منهن تي چيائين تہ، "ادي، سئو روپيو گهريو هو، مگر گهر ۾ پيسو هوئي ڪونہ، تنهنڪري تو وارو "هار ٿي ڏنو، انس تہ وڃي گهرج پوري ڪري". مڙس چيس تہ، "الله پردو رکئي، ڏاڍو چڱو ڪيمءِ. دوست، دوست کي مهل ۾ تہ ڪم اچي ڪهي! سندس دوست ويچارو دڪو ڪو ٿي ويو ۽ مگر مصلحت سمجهي، خاموش رهيو.

جڏهن دوست موڪلائي، پنهنجي گهر ويو هليو، تڏهن دل ۾ چيائين تہ، "اديءَ اهو هار وڃائي ڇڏيو آهي، جو مڙس جي ڊپ کان، مون تي مڙهيائين" مهيني کان پوءِ، سئو روپيا کڻي، دوست کي، گهر اچي ڏنائين. دوست پيسا وٺي، گهر واريءَ کي ڏنا، مگر ويچاري شرم ۾ ٻڏي ويئي. مڙس کي چيائين تہ "ميان، جيڪڏهن معاف ڪرين تہ سچي ڳالهہ ڪيانءِ." مڙس جي اجازت سان، مائيءَ سارو قصو ٻڌايو تہ؛ ميان، هار تنهنجي ڌيءَ کي پارايو هوم، جنهن کيڏندي ڪڏندي، هار جيون سڀ سرون وڃائي ڇڏيون فقط پٽلو وڃي بچايائين. مون کي ڊپ ٿيو تہ متان ڪاوڙ ۾ اچي، ڌَڪ رَحماني، ڌَڪ شيطاني هٿين، تنهنڪري تنهنجي دوست تي هنيم. دوست کان پڇيائين تہ، "جڏهن توکي هار بہ نہ مليو هو، تہ سئو روپيا ڪيئن آندءِ؟" چيائين تہ، "ادا، سئو وڃي، پر ساٺ نہ وڃي".

## ٩٧- سڀئي ٽنگون ٽي، چوٿون پيچ؛

هيءَ پهاڪو، ڪنهن ڪچ بحث ۾ هٺ کان هيٺ نہ لهندڙ ماڻهوءَ لاءِ، استعمال ڪيو ويندو آهي.

ڳالهہ ڪندا آهن تہ ڪي چار دوست، پاڻ ۾ گڏجي شڪار تي نڪتا، شڪار تہ ڪيائون، مگر جهنگ ۾ رولڙي ۽ جاکوڙي سبب بُک ۽ تڪليف ڏاڍو بيحال ڪري وِڌن. نوڪر

ڪي حڪم ڏنائون ته، ”وارو ڪر، هڪڙو سيھڙ (سھو) ته ڀڄائي وٺ ته کائون“. ’ڏاچي هٿي ڏمر ته توڏي هٿي تيرهن‘ جي مصداق، خود ٻورچي به ٻُڪــ ۾ اندو ٿي ويو هو. هن چا ڪيو، جو ٻچايل سيھڙ جي هڪ ٽنگ ڀني، پاڻ کائي ويو! جڏهن باقي سَھو، دوستن جي آڏو آيو، تڏهن منجهانئن هڪڙي رڙ ڪري چيو ته، ”سيھڙ جي چوٿين ٽنگ؟“ ٻورچيءَ جواب ڏنو ته، ”سيھڙ کي ٽنگون ٽي ئي هيون“.

---

(ع)

## ٩٨- عقل ريءَ عذاب، گهڻو پسندينءَ جندري؛

عقل کان سواءِ انسان عذاب ۾ پسي.

هڪڙي شهر ۾، هڪڙو سادي سمجهه وارو ماڻهو رهندو هو، جنهن کي سڀ ماڻهو، مت جو سوڙهو، ڳنڍ جو ڳوڙهو ڪري، چوائيندا هئا. هڪڙي ڏينهن، روزگار جي تلاش ۾، ٻئي ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو. واٽ ۾ ڪو مظلوم چوندو ويو ته 'ڪو غريب هڏ نه ڦاسي!' پوءِ هيءُ به رستي ۾ چوندو ٿي آيو: "هٰذِ مَ ڦاسي". پر 'ڪو غريب' چوڻ وسري ويس. واٽ تي ماري ملي ويس، جو شڪار ڪرڻ پئي ويو. انهيءَ جڏهن هن جي واتان: "هٰذِ مَ ڦاسي!" "هٰذِ مَ ڦاسي!" اچاريندو ٻڌو، تڏهن کيس اهڙي ته ڪاوڙ لڳي، جو ڏاڍي مار ڏنائينس، چاڪاڻ ته ماريءَ سمجهيو ته، هي نياڳو، مون کي پٽيندو ٿو رهي ته جيئن منهنجي جار ۾، هڪ به پکي نه ڦاسي". هن غريب، ماريءَ کان پڇيو ته، "ٻيلي، مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي، جو مون کي ايترو ماريو اٿيئي"؟ ماريءَ جواب ڏنو ته، "نياڳا، آءٌ شڪار لاءِ، وڃي رهيو آهيان ۽ تون مون کي پٽيندو ٿو اچين ته: هڪ به نه ڦاسي!" تڏهن انهيءَ چيس ته، "ٻلا، ٻڌا ته آءٌ ڇا چوان؟" ماريءَ چيس ته، "چئو ته: "شال، ڀرين ٿي پيري ڏهه ڦاسن." هو، ائين چوندو، اڳتي روانو ٿيو ته: "شال، ڀرين ٿي دفعي ڏهه ڦاسن"، "شال، ڀرين ٿي، دفعي ڏهه ڦاسن!" اچا ٿورو اڳتي وڌيو ته سامهون ڏهه چور، ايندا نظر آيس. چورن سندس واتان، اهڙا منحوس لفظ ٻڌي، اچي مٿس ڪاوڙيا مار ڏنائونس جو سمجهائون ته اسان کي پٽيندو ٿو اچي! هن غريب پڇين ته، "ٻيلي، مون، اوهان جو ڪهڙو گناهه ڪيو آهي، جو ماريو ٿا؟"

چورن چيو ته ”اسين نڪتا آهيون چوري ڪرڻ ۽ تون اسان کي ٻڌائين ٿو ته: ڌم ٿي ڦاسن! پوءِ موچڙا ڪيئن نه کائيندين؟ تڏهن پڇيائين ته، ”ڀلا، ڀلي مون کي سمجهايو ته آءٌ ڇا چوندو وڃان؟“ چورن سمجهايس ته، ”هڪڙو ڇڏي، ٻيو آڻيو، هڪڙو ڇڏي ٻيو آڻيو!“ هو ٻي سمجهه، ”هڪڙو ڇڏي، ٻيو آڻيو!“ چوندو، رستي سان وڃي رهيو هو ته اڳيان ڪن ماڻهن کي لاش سان ويندو ڏٺائين. انهن لاش وارن، جڏهن سندس اهي لفظ ٻڌا، تڏهن هو ڌمس ڏاڍو ڪاوڙجي پيا، جو سمجهائون ته، هيءُ اسان کي پٽي رهيو آهي ته اڃا ٻيو ڪو مري! تنهنڪري خوب مار ڏنائونس. هُن غريب، انهن کان پڇيو ته مون ڪهڙو قصور ڪيو آهي، جو اوهين مون کي، ايترو ماري رهيا آهيو؟“ انهن ماڻهن جواب ڏنس ته، ”تون اسان کي پٽي رهيو آهين ته هڪڙو ڇڏي، ٻيو لاش آڻيو“، پوءِ به وري چوين ٿو ته مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي!“ آخر، انهن لاش وارن کان به پڇيائين ته، ”ڀلا، مان ڇا چوان؟“ هُنن جواب ڏنس ته، ”تون چئو ته: اهڙي شال، ڪنهن سان نه ٿئي؛ اهڙي شال، ڪنهن سان نه ٿئي“. ويچارو وِسُوڙَلُ، ”اهڙي شال ڪنهن سان نه ٿئي“، چوندو، وڃي رهيو هو ته سامهون ڄڃ اچي رهي هئي. انهن به هن جي واتان: ”اهڙي شال، ڪنهن سان نه ٿئي“ جهڙا لفظ ٻڌي، کيس مار ڪُٽ ڪري، سمجهايائونس ته، ”تون چوندو وڃ ته: اهڙي شال، سڀ سان ٿئي“. هو اهي لفظ چوندو، هڪڙي ڳوٺ ۾ اچي پهتو. ڳوٺ ۾ هڪڙي ڪنهن جي گهر کي باهه لڳل هئي. جڏهن آن وٽان لانگهائو ٿيو ۽ ڪنهن، سندس واتان: اهڙي شال، سڀ سان ٿئي“، جهڙا لفظ ٻڌا، تڏهن کيس، ڏاڍو غصو آيو. ڪٺي موُنٿو، اچي ورتائينس ۽ خوب مرمت ڪيائينس. پوءِ ته ڪنهن چريو ڄاڻي اهڙي ڪار ڪيس، جو پاڻهن کان ڇڪي ڪٺي پنهنجي در تي نوڪر رکيائينس. باهه لڳڻ واري حادثي ۾،

زال سڙي ويئي هيس، تنهنڪري رڌڻ پچائڻ جو ۽ گهرو ڪم ڪار ڪانئس ولڻ شروع ڪيائين.

هڪڙي ڏينهن ڪنور چيس ته، فلاڻي ماڻهوءَ، جاءِ ٺهرائي آهي، جا وري نئين ٺهرائيندو ته تون وڃي، ان جي ڇتين جي ڇيڪي ميٽي جي گڏهي ڀري اچ ته ڳانون ڏاهڻ جو ڪم شروع ڪريون". هو، گڏهي ڪاهي، آتي ويو ۽ هڪڙو گنب پٽ جو ڪيرايل وڏي وزن وارو حصو، ڪن ماڻهن جي مدد سان، گڏهي تي جهڙو رکيائين، ته گهڻي بار پوڻ سبب، گڏهي ڪري ڻ سان مري ويئي. هيءُ بيوقوف، لڳو هن کي لڪڻ هڻڻ ته متان اٿي. جڏهن گڏهي ڪانه اٿي، تڏهن ڪنور کي وڃي ٻڌايائين ته، "گڏهي ضد ڪيو آهي ۽ آتي سمهي پيئي آهي، اٿيئي نٿي، سو آءٌ ڪيئن ڪاهي اچانس؟ پنهنجيءَ ڪي پاڻ هلي ڪاهي اچ". اهو ڪنور اچي ڏسي ته گڏهي مئي پيئي آهي. هن کي ڦيٽ لعنت ڪري، گهر ولي آيو ۽ کيس چيائين ته، "مان، شهر مان ٿورو ڪم لاهي اچان، تون منهنجي بيمار ماءُ کي، تيستين پکو هڻ". ڪنور پٺئي ڏني مس ته هن پوڙهيءَ کي، اهڙا ٻه-چار پکا هنيا، جو هوءَ ويچاري، راه رباني ولي ويئي. جڏهن ڪنور آيو، تڏهن ماءُ کي مئل ڏسي، پڇيائينس ته، "تو اماں کي ڇا ڪيو؟" چيائين ته، "تنهن جي چوڻ موجب، هن کي پکا هڻڻ شروع ڪيم. اچا ٻه-چار پکا، مس هنيم ته ننڊ اچي ويس، هيئنئر ڪهڙي نه مٺڙي ننڊ ۾ سمهي پيئي آهي". پوءِ ته اچي ورتائينس سوچڙن سان. هٿي اڌ مئو ڪري وڌائينس.

هيئنئر اتي وڌيڪ ترسي نه سگهيو. ڪنور جي گهر کان ٻاهر نڪري، پنڌ کي وڃايائين. سج لٿي مهل، هڪ ڳوٺ ۾ پهتو، جتي هڪ مائيءَ پڇيس ته، "تنهنجو نالو ڇا آهي؟" چيائين ته، ڳنڍي جو ڳوڙهو، مٽ جو سوڙهو." مائيءَ ڏٺو ته ويچارو ڪو سادو ماڻهو آهي، تنهنڪري، سندس منٿ تي، کيس

رات رهڻ ڏنائين. اڃا ٻه ٽي پهر مس گذريا ته دروازو کڙڪيو. مائي دروازو لاهي ڏسي، ته چار ماڻهو بيٺا آهن جن مائيءَ کي چيو ته، ”اسان کي هت رات رهڻ ڏي ته تو کي صبح سان ڏئي ڇڏينداسين.“ مائيءَ لالچ تي هنن کي ٻيءَ ڪوٺيءَ ۾ ٽڪايو. آهي چارئي، ڪنهن شاهوڪار جو مال ڪٺي آيا هئا. جڏهن ورهائڻ ويٺا، تڏهن حصن تي نه ٺهيا ۽ پاڻ ۾ وڙهندي وڙهندي مري ويا. مائي صبح سان ڏسي ته چارئي خون ٿيا پيا آهن. مائي ويچاري سڪي ويئي ته متان خون منهنجي گردن ۾ پوي. هيٺر ته، ”گهڻي جو گهوڙهو، مٿي جو مٺوڙهو“ به مائيءَ کان موڪلائڻ لڳو. مائيءَ چيس ته، ”ابا، اڄوڪي رات ٽڪ ته سڀائي گهر لاءِ، تو کي ڪي سو کڙيون پاکڙيون ڏينديس“. هو ويچارو ٽڪي پيو. مائيءَ چار ڪيو جو چارئي لاش، ڇڻن ڪٺن تي ڦار ڦار ٻڌي رکيا. هن کي چيائين ته، ”مون وٽ هڪڙو الله لوڪ هو، جنهن جي اڄ گهڻي وقت کان خدمت ڪندي ايندي هيس، پر ويچارو رات مري ويو. هن کي درياءَ ۾ اڇلي اچ“. هو لاش کڻي اڇلي آيو. وري مائيءَ چيو ته، اهو لاش موٽي آيو آهي، تنهنڪري وري اڇلي اچينس.“ هو ڏسي ته سچ! وري ساڳئي ڪٺي وارو لاش پيو آهي. سو يڪدم لاش کي کڻي وري اڇلي آيو.

قصو ڪوتاهه، مائيءَ چارئي لاش درياءَ داخل ڪرايا. جڏهن چوٿون لاش اڇلي موٽيو، تڏهن درياءَ جي ڪناري تي هڪڙي ساڌو فقير کي تپشا ڪندي ڏٺائين. هين سمجهيو ته، ”لاش وري نڪري آيو آهي“، سو ڳچيءَ ۾ ڪپڙو وجهي، ڇڪي درياءَ داخل ڪيائينس. پوءِ اچي مائيءَ سان اها ڳالهه ڪيائين ته: تنهنجي ڳالهه سچي هئي. لاش برابر ڪناري تي نڪري آيو هو، پر مون کيس گهليي درياءَ ۾ اڇليو. مائيءَ دل ۾ چيو ته ”سار! هن ڪنهن جيئري ويچاري کي ماري درياءَ داخل ڪيو آهي!“

صبح ٿي ماڻيءَ ڪان سوڪڙيون پاڪڙيون وٺي، درياءَ جو ڪنارو ڏيو گهر پئي آيو تہ پيريءَ (پيراڊو، پيرو ڪڻندڙ)، هن کي اچي پڪڙيو تہ، ”فلاڻي ماڻهوءَ کي تو ماري درياءَ ۾ آڇليو آهي ۽ تنهنجو پيرو پڌرو بيٺو آهي“. پوءِ کيس پڪڙي بادشاهہ وٽ وٺي آيا. جڏهن کانئس پڇا ٿي، تڏهين چيائين تہ، ”سائين، برابر مون هن کي درياءَ ۾ داخل ڪيو، چاڪاڻ تہ هن کي چار دفعا درياءَ ۾ داخل ڪيم، تہ بہ وَرَ وَرَ ڪيو، مونيو پيو اچي ۽ مون کي هر گهڙيءَ پنڌ پيو ڪرائي“. بادشاهہ، اهڙي بيعقليءَ جي ڳالهہ ٻڌي، هن کي ڦاسي ڏني.

ڪنهن بيٺل هن جون اهي ڪم عقليءَ جون ڳالهيون ٻڌي، چيو تہ:

عقل ريءَ عذاب، گهڻو پسنديندءِ جندڙي“.

## ٩٩- عمر وٺي ويٺي مارئي وٺندو،
## ٿر تہ ڪين ٿيلهيندو؛

عمر بادشاهہ سومرو، مارئيءَ جي حسن جي هاڪ ٻڌي، مٿس اڻ ڏٺو عاشق ٿي پيو. پنڊت موهن لال ”لالا“، مارئي جي باري ۾ لکي ٿو:(١)

---

(١) پنڊت موهن لال ”لالا“، ڳوٺ پُوترن (لڳ سيوهڻ) جو ويٺل هو. ميان عطر خان ولد ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي دربار جو خوش نويس هو. ميان عطر خان جي دربار ۾ ٢٧ خوش نويس هئا، ليڪن جاهہ صدارت پنڊت والاري هني، جنهنڪري کيس ”قرة العين“ (اکين جو نار) لقب مليل هو. ميان عطر خان، ”حڪمران سنده“، ”آئين اڪبري“ جي لموني تي، ١٢ جلدن ۾ (لکيران سنده) يعني ”سنڌ جي حڪمرانن جي تاريخ“ مرتب ڪرائي آهي، جنهن ۾ سنڌ جي تاريخ سان گڏ، سنڌ جي ولين جو ذڪر بہ ڪيل آهي. سنڌ جا قصا ڪهاڻيون بہ محققاڻ انداز ۾ آندل آهن. هن تاريخ ۾، پنڊت موهن لال ”لالا“ جو وڏو هٿ هو.

پنڊت موهن لال ”لالا“ را براءِ تحقيقات
اين افسانه فرستاده بودم. يکےِ سواميءِ مندر
تتکريه و ديگر راويان بر اين متفق بوده اند.
پنڊت همين طور واضح مي کند... ... ........
ماروبان ماروا در خطهٔ ملير بود باش مي
کرند. پدرانت از تتکران گجرات از گردش ايام
در آنجا آمدند. گويند که ماروا در حسن و خوبي
زر ماده بوده و در تبسم اثر صيقل داشته که
دلها را جلوه مي داد. يکي سرو قد بوده.
به چستي و چابکي و يکي معصومي بوده و
دوشيزگي و پاکيزگي. نظرش پاک و طبعش
بي باک. ديدگان، بينندگان و جويندگان بودند
رازهائے حسن فطري را که در آن يک جسم
گويا همچو مجمع الصنايع قدرت نمودار بوده.
گرچ ملير بعد از باران يکے گلزار، زمين
مي نمود، ولي اين کينٿن پوش دختر در آن گلزار،
گلي يگانه مي بود. حسينان گجرات منسوب
به گجريان يکے ضرب المثل ”زم و جسم“
بوده اند يعني دوشيزگيءِ شان بزرگي پاکيزگي
مي دارد“.

(نگيران سنڌه- ترجمه صفحه ٣٧ باب اول)

پنڊت موهن لال ”لالا“ کي هن افساني جي هٿ ڪرڻ
لاءِ موڪليم ٺٽڪرن جي مندر جو هڪ سوامي ۽ ٻيا راوي،
هن (هيٺين ڳالهه) تي متفق ٿيا آهن. پنڊت هن طرح واضح
ڪري ٿو.

”مارئي وارا مارو ماڻهو، ملير واري ٺڪريءَ ۾،
گذر سفر ڪندا هئا. سندس ڀيءُ - ڏاڏا گجرات جا ٺڪر، زماني
جي گردش ڪري، آتي آيا. چون ٿا ته مارئي پنهنجي حسن

۽ اچڻ ۾ نج سونَ جي هئي ۽ مُرڪ ۾ ته بجليءَ وارو اثر هوس، جو دلين کي ماڻهن اجاري تي ڇڏيائين. بدن، هڪ سِڌي سنئين هالي ۽ عضوا حُسين ۽ ملائم ڪائيي. هڪ پاڪدامن هئي، پنهنجي ڪُماريء جيوَت ۽ پاڪ خيال سان، سندس نظر پاڪ ۽ طبع آزاد هئي. جن ڪيس ڏٺو پئي، تن منجهس قدرتي حسن جا راز پئي سوچيا، جي ڄڻ ڪ گويا سندس هڪڙي جسم ۾ جمالي جي گلدستہ وانگي ظاهر هئا. توڙي ملير ملڪ، برسات بعد، هڪ جنوءَ گلزار تي ڏٺو، پر هيءَ ڪشميري ڪنوار، انهيءَ گلزار ۾ به هڪ لاثاني گل هئي. گجرات جون گجريون هڪ "يمَ ۽ جمَ" چوٽيءَ جي مثال تي رهيون آهن يعني سندس ڪماري زندگي هميشه پاڪدامن رهي آهي".

اهڙي حسين ڇوڪريءَ کي، عمر بادشاه ملير ڪوٽ (ضلعي ٿرپارڪر) مان زوريءَ ڪٺي آيو. جڏهن اهو واقعو، سڄي ٿر ۾ پکڙجي ويو، تڏهن ڪن چيو ته، "مبادا، وري عمر ڪا بي ڏاڍائي ڪري." تنهن تي ڪنهن سياڻي چيو ته: "عمر ولي ولي مارئي ونندو، ٿر تہ ڪين ڦلهيندو" يعني ڪيس مارئيي گهر بي هئي، سا هن کي ملي، باقي ٿر وارن کي، ڏاڍائي تہ ڪونہ ڪيندو.

## (ڪ)

### ١٠٠- ڪُتي جو ڪارو مُنهن، رَبُّ اوتري جي اوتري:

هڪڙي رَتن زال، رب جو ڪُنو رڌي، هيٺ لاهي رکيو. پاڻ نڪرڻ لاءِ، مٿان ڍڪڻ نه ڏنائين. پرسان ويٺل ڪُتي، ڪُني ۾ ٻوٿ وجهي، ڪاڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ته پريان مالڪ، زور سان هڪل ڏنيس ۽ جهنڪري ڪُني، رب نه ڪاڙهي ۽ جيئن تڪڙ ۾، ٻوٿ ٻاهر ڪڍيائين، تيئن ڪُني جي ٻاٺن کي لڳي ويس ۽ ٻوٿ ڪارو ٿي ويس. مالڪياڻي ڪان ڪيل نڪري ويئي ۽ اٿين چياڻين.

مطلب: ٻچاڙي ۽ چغل خور لاءِ، اٿين چئبو آهي، جو ٻين کي وڙهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ جڏهن ڳالهه کُلي ظاهر ٿئي ٿي ته آهي پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ٿيو وڃن.

### ١٠١- ڪَنَ جي ڳالهين، مير ٻجار ماريو:

ڪَنَ جي سُس پُس يا لڪ چوري جي ڳالهين مان، خراب نتيجا نڪرن ٿا.

جڏهن مير ٻجار خان، ١١٩٠ هه مطابق ١٧٧٧ع ۾، حج تان واپس وريو، تڏهن چار هزار بلوچ ۽ ٻي قوم کيس مجبور ڪيو ته مياڻ غلام نبيءَ سان جنگ ڪجي، ڇاڪاڻ ته هُن، مير ٻجار خان جي ڀيءَ مير بهرام خان کي ماريو هو. آخر عمرڪوٽ پرسان جنگ لڳي، جنهن ۾ مياڻ غلام نبي مارجي ويو ۽ سندس لاش، حيدرآباد آندو ويو (١). مير ٻجار، سنڌ جي

---

(١) لُب تاريخ - خانبهادر خداداد خان، ص ١٢٥.

حڪومت ياڻ قبول نہ ڪئي ۽ ان، غلام نبي جي پاڻ، ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي حاڪم ڪيو(١).

هينئر ميان عبدالنبي کي، مير بجار خان جو، هر وقت خوف رهندو هو تہ مبادا وجهہ وٺي، کيس مارائي، ڇاڪاڻ تہ مير بجار خان، وزير هو ۽ صحيح معنيٰ ۾ حڪومت جو چرخو ئي پاڻ هلائيندو هو ۽ ميان عبدالنبي نالي ماتر حاڪم هو۽ تنهنڪري ميان صاحب کي اهائي آنڌ مانڌ هئي تہ ڪنهن پر، مير بجار جو انت آڻجي. آخر جوڌپور جي مها راجا بجيسنگھ کي، عمرڪوٽ ڏيڻ جو وعدو ڪري، مير بجار خان جي قتل ڪرائڻ تي آماده ڪيائين.

مهاراجا بجيسنگھ، ٻہ راٺوڙن هترنات سنگھ ۽ موڪوم سنگھ کي خط سان، ميان عبدالنبي ڏي، جوڌپور مان، وڪيل بڻائي، خدا آباد روانو ڪيو.

مصنف تاريخ سنڌ لکي ٿو(٢):

”ٻن رالوڙن سان، ٻيا ٻہ ڪي ماڻهو هئا. اهي ڪيترائي ڀيرا، ميان صاحب ۽ مير بجار سان، الڳ الڳ مليا. هڪ دفعي، انهن مير کي عرض ڪيو تہ اسان جي مهاراجا کان اجهو هينئر خط آيو آهي، ان ۾ اهڙيون ڳالهيون لکيل آهن، جي اوهان کي اڪيلائي ۾ ئي ٻڌائي سگهبيون. خط ۾ لکيل آهي تہ: ميان عبدالنبي، اوهان جي خلاف ڪيترائي خط، مهاراجا کي لکيا آهن. مهاراجا جو خط، هنديءَ ۾ آهي. جيئن تہ اوهان مان ڪو بہ هندي ڪو نہ ڄاڻندو آهي، تنهنڪري اجازت ملي تہ اسان ئي خلاصڪيءَ ۾ خط پيش ڪيون. مير صاحب سيني کي ٻاهر ڪيديو ۽ فقط هڪ ملازم ايستر کي پاڻ وٽ

(١) سنڌ جي مختصر تاريخ - راءِ بهادر آلومل ٽيڪمداس ص ٣٢.

(٢) تاريخ سنڌ - جلد ششم (عهد ڪلهوڙو) حصہ دوم.

غلام رسول ”مهر“، ص ٦٩٥-٦٩٦.

رڪيائين...... هڪ وڪيل، مير جي پرسان اچي، خط پڙهڻ لڳو. پڙهندي پڙهندي، دوکيبازي دل ۾ رکي چيائين ته، ”هي لفظ منهنجي سمجهه ۾ نه ٿا اچن“. ائين چئي، جهٽ پيٽي کي گهرائي ورتائين. اهڙيءَ طرح انهن ٻنهي، مير کي خط پڙهڻ ۾ رڌل رکي، اوچتو ئي اوچتو مٿس تلوارن جا وار شروع ڪري ڏنا. جيتوڻيڪ مير صاحب زخمي ٿي چڪو هو، ته به اڪيلي سر، ٻنهي قاتلن کي ماري وڌائين.“

هڪ روايت مطابق ته: مير بجار خان ڪانيءَ اک ڪان ڪاڻو هو ۽ ان ئي طرف کان مٿس ڀريون وار ٿيو.

منشي ڀالچند، مير بجار خان جي شهادت جو سال، هن طرح ڏني ٿو:

محفلِ شهدا جلوه کرد مير بجار،

١١٩٤ هه

”لُبِ تاريخ وارو، شهادت جو سال (١١٩٤ هه)، هيٺين بيت مان ڪڍي ٿو:

از سر افسوس گفتا هاتفم،
مير شد از جمدر هندو شهيد.

## ١٠٢- ڪوڏي حرام ٿي ٻُجڪو حلال:

هڪڙي ماڻهوءَ گهٽيءَ مان، هڪڙي ڪوڏي ۽ هڪ ٻُجڪو لڌا. گهر اچي ڏٺائين ته ٻُجڪي ۾ هيرا جواهر پيا آهن. ايڏو مال ڏسي، دل هيڪيس ته جيڪر اهو مال ڦٻايان، پر و ويڪ جا وِڏ پوڻ لڳس. چي، ”اهو ڪنڌو ڪم ٺيڪ نه آهي“. انهيءَ ٻنڌان ٽران ۾، ٻه-ٽي ڏينهن پنجي ويس. آخر انهيءَ فيصلي تي پهتو ته ساڳي گهٽيءَ ۾ بيهي، وڏي واڪي چئجي ته هيءَ ٻجڪو ۽ هيءَ ڪوڏي ڪنهن جي آهي؟ جيڪو مالڪ هوندو، سو پاڻيهي ظاهر ٿيندو.

هڪڙي ڏينهن، گهمي ۽ ٻيهي، وڏي آواز ڇوڻ لڳو، ”ڪنهن وڃائي آهي هيءَ ڪوڏي؟ (۽ هوريان ڇوڻ لڳو) ۽ هيءَ ٻڇڪو“ ٿي ٻيرا آواز ڏنائين، پر مالڪ ڪو به ڪونه جاڳيو. ڀلا، ڪوڏيءَ جهڙي خسيس شيءِ لاءِ ڪير اچي! جيڪا ماليات هئي، سا هئي ٻڇڪي ۾. ان جو نالو وڏي آواز ٻڌايائين ڪونه ٿي.

هن کي مڙيو ٿي مال پنهنجي لاءِ ”ڪوڏي حرام ۽ ٻڇڪي کي حلال“ سمجهي، گهر ۾ رکئو هو، سو آوئين ڦٻايائين.

---

## (گ)

### ١٠٣- گاهي ولي، گاهي پيوت:

نواب ولي محمد خان لغاري، ميرن جي طرفان چانڊڪا پرڳڻي (جنهن کي هينئر لاڙڪاڻو ضلعو چون ٿا) جو مختياڪار هو.* ان وقت چانڊڪا ۾، بدامني گهڻي ڦهليل هئي، جنهنڪري نواب صاحب جهڙي ڪرڙي حاڪم جي اشد ضرورت هئي. جيڪي قاعدا قانون، چانڊڪا پرڳڻي سان لاڳو هئا، تن کي جيڪو اورانگهيندو هو، تن کي سخت ولندو هو، انتظام جي حق ۾، خود بلوچن تان به نه ڊرندو هو.

نواب صاحب، احڪامِ شريعت جو پورو پورو پابند هو، جنهنڪري ڪي هن کي ”ولي“ به ڪري سڏيندا هئا.

هڪ سگهڙ چوي ٿو:

---

* نواب ولي محمد خان ولد غلام محمد خان لغاري، تاجپور (ضلعو حيدرآباد) جو ويٺل هو. سندس وفات ١٨٣٢ع ۾، لاڙڪاڻه شهر جي ”تجر باغ“ (جنهن کي هينئر ”جناح باغ“ چون ٿا) ۾ ٿي. ڪيس بطور امانت پوري، ايڪهين ڏينهن کان پوء، هتان کڻائي ويا. سندس قبر مٿان ”تجر“ نهرائي ويئي هئي، جنا اجا تائين قائم آهي. ”تجر باغ“ تي اهو نالو به، ان ”تجر“ تان ئي پيو آهي. ”ٽنڊو ولي محمد“ (حيدرآباد وارو) به سندس ئي نالي پٺيان سڏبو آهي.

مـيـرن تو کي مـيـر ڪيو، مڱ ڪيرائي مـيـر، (۱)
ريشم توسان ريسُون ڪن، تون ولي، وَه ويرَ،
ڀائـرن سان ڀُوت ٿـيـن، کهـڳـيرن سان ڳـيـر.

مٿين بيت ۾، سگهڙ، نواب صاحب کي "ولـي" ۽ ڀُوت سڏيو آهي.

هيوز لکي ٿو: (۲)

نـواب صاحب، نهايت قـابـل، مگر سخت گير شخص هـو، جنهن جي متعلق سنڌين جي اهـا چـوڻي هئي تہ: گاهي ولـي، گاهي ڀـوت.
(ڪڏهن ولي، ڪڏهن ڀوت)

نواب صاحب کي، ڪي، "ولي" سڏڻ لڳا تہ ڪي "ڀوت". جنهنڪري ان وقت نواب صاحب لاءِ، عام چوڻي ٿي ويئي: گاهي ولي، گاهي ڀُوت.

## ۱۰٤- گدڙ ڊاک نہ پڄي آڪي ٿو ڪُتا!

هڪ بُکايل گدڙ، وڃي انگورن جي باغ ۾ پهتو. انگورن جي ڇڳن کي، لڙڪندو ڏسي، وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳس. ويچاري ڪاڻ لاءِ ڏاڍا وس ڪيا، پر انگورن جي ڇڳن تائين

* مڱ = منگي، وڏائي. ريشم = ريشم ڏيکيندڙ يعني بادشاه، شاهوڪار، وڏا ماڻهو. وه = واه. تون ولي وه وير = اي وير (بهادر) تون بيشڪ "ولي" آهين ۽ بادشاه بہ توسان ريسون ٿا ڪن. کهڪيرن = کهکهو (ڳاڙهو چولو) ڏيکيندڙن يعني ٻروچ، ڀائرن... ڪير = ساڳيو کهکهو ڏيکيندڙ يعني ٻروچ ڀائرن کي ء- "ڀُوت" والگر سخت ولي وڃين ٿو.

(۱) دي گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ- ص ۴۸۳.

(۲) "آڪي"، دراصل لفظ "آخ" آهي. "آخ ٿُو ڪُتا".

ٻهچي نہ سگھيو. جڏهن انگورن تائين پهچڻ لاءِ ٽپا ڏيئي ڏيئي ٿڪجي پيو، تڏهن ماٺڙي ڪري ويهي رهيو. هيو هڪڙو گدڙ، جو پري کان اهو لقاءُ ڏسي رهيو هو، تنهن پڇيس تہ، "ادا، ڇا خيال آهي؟" ان کي جواب ڏنائين تہ، "انگور کٽا آهن!" تنهن تي ڪنهن بيٺل ائين چيو.

مطلب. جڏهن ڪو، ڪنهن ڳالهہ کي پهچي نہ سگھندو آهي يا ڪانئس ڳالهہ هٿان ڇڏائي ويندي آهي، تڏهن ان لاءِ، ائين چئبو آهي.

## ١٠٥ — گڏهہ اهوئي، آهر ٻيا پيس تہ ٻيو ڪوڏهي؟

آهي اهوئي خسيس ۽ ڪمين جهڙو، پر جيڪڏهن لباس ڪڏهي چڱو پهريائين تہ انهيءَ ڪري ڪو معتبر ڪونہ ٿي پيو.

ڳالهہ ڪندا آهن تہ بني عباس خليفن مان، خليفي هارون رشيد جي حڪومت ۾، چورن ۽ ڌاڙيلن ملڪ ۾ انڌير مچائي ڏنو. خليفي جي حڪم موجب، جنهن جهنگ ۾ آهي ڌاڙيلو پنهنجو ديرو دمايو ويٺا هئا. تنهن جي چوڌاري سرڪاري فوج گھيرو ڪري ڪيترن ڌاڙيلن کي ماري ڇڏيو. انهن مان ڪي ڀڄي ويا تہ ڪي وري گرفتار بہ ٿيا. آنهن گرفتار ٿيلن ۾، ڌاڙيلن جي سردار جو نوجوان ۽ حسين پٽ، يوسف نالي بہ خليفي وٽ گرفتار ٿي آيو. ٻين ڌاڙيلن کي تہ ڦاسي ۽ عمر قيد جي سزا ملي چڪي، باقي رهيو يوسف، يوسف جي نوجواني ۽ حُسن جي سبب، خليفي کيس ڪيل ڏوهہ تہ معاف ڪيا، اُنلو کيس پاڻ وٽ معزز اميرن جي صف ۾ مقرر ڪيائين، خليفي جي انهيءَ فيصلي تي، جعفر برمڪي وزير اعظم گھڻو اعتراض ورتو. خليفي کي چيائين تہ، "اوهين، هن کي نوجوان ۽ سهڻو ڏسي، مٿس مهربان آهيو، مگر گڏهہ اهوئي، يعني اهوئي ڌاڙيلو، ڌاڙيلوءَ جو پٽ، اوهين کيس،

ڪڙا ٻہ پيا لباس ڍڪايو، تہ بہ گڏھ، آدوئي گڏھ! ھين مان، پلاڻي جي ڪڍهن اميد نہ رکجو." مگر خليفي نہ مڃيو.

ڪجهہ وقت گذرڻ کان پوءِ، خليفي وٽان ڪيتري روڪڙ ۽ جواھرات چوري ڪري، راتو واه ڀڄي ويو ۽ وزير اعظم جعفر برمڪيءَ جو قول، سچو ثابت ٿيو تہ: "گڏه آھوئي، آٽر پيا پيس تہ ڀڙ ڪرنھ."

## ١٠٦ - ڳالهين سنديون ڳالهيون، ٽڪي سندا موٽ*

ڪو ماڻهو، ڳاهه پڙهي تي پئي ويو ته سندس دوست، کيس چيو ته، ”ادا، منهنجي لاءِ، موٽ وٺيو اچجانءِ.“ اڳيرو وڃڻ تي، هڪڙو ٻيو دوست مليس، جنهن ٽڪو، هٿ ۾ ڏيئي، چيس ته، ”مون لاءِ ٽڪي جا موٽ وٺيو اچجانءِ“. جنهن ٽڪو ڏنو هوس، تنهن لاءِ موٽ وٺيو آيو، پر جنهن رڳو زباني چيو هوس، تنهن لاءِ ڪجهه ڪونه آندائين. جڏهن اُن ڏوراپو ڏنس ته، ”فلاڻي ٽڪو ڏنو هوءِ، اُن جا موٽ به وٺيو آئين، مان شايد توکي ٽڪو نه ڏيان ها؟“ هن ماڻهوءَ جواب ڏنس ته ”يار، جنهن کي موٽ کپندا هئا، تنهن ٽڪو ڏنو هو ۽ اُن کي موٽ به پهچي ويا. مگر تو موٽن وٺڻ جي ڪئي رڳي ڳالهه! در حقيقت، توکي موٽ کپندائي ڪونه هئا. تنهنڪري:

”ڳالهين سنديون ڳالهيون ۽ ٽڪي سندا موٽ“

مطلب ته: سوال تي ڪم نه ٿيندو آهي، دنيا ۾ قصو آهي ڏي وٺ جو.

---

(*) موٽ، هڪ ڳاهه جو قسم آهي.

( گھہ )

## ١٠٧- گھيٽو ڏاڍيم اُن لئي، هٽان چڙي ڪپاهہ:

ڪنهن ماڻهوءَ، اَنَ (گهيٽي جا وار) گڏ ڪرڻ جي خيال ڪان، گهيٽو ڏاريو. هڪ دفعي گهيٽو، چناني وٺي پڳو ۽ ڏ و مالڪ جي (ڪپهہ جي) ٻوڪ ۾ وڃي پيو! مالڪ ڇا ڏسي، تہ ڪپهہ جا گوگڙا ڪاٽي ڪٽي ناس ڪيا اٿس. تنهن تي مالڪ چيو:

"گهيٽو ڏاريم اَنَ لئي، هٽان چَڙي ڪپهہ"

ڪا شيءِ جا سُک لاءِ ڏارجي ۽ ان مان ڏک پيدا ٿئي، تڏهن ائين چئبو آهي.

اهو پهاڪو، سُگهڙ فتح خان، هن طرح ٻڌايو.

گهيٽو ڏاريم اَن لاءِ، رَهندو چَڙي ڪپاهہ،

جوءِ ڏاريم گهر لاءِ، رهندي مارايم ماءُ،

نُنهن ڏاريم سُک لاءِ، سَسُ جو ڪيئي تي ساهہ،

پٽ پاليم پوءِ (١) لاءِ، ڪَنئي ڪريم ٽو پاهہ،

پاڙو ڏاريم پريت لاءِ، رهندو ڪن- ڪپاءُ (٢)،

ڏوس (٣) ڏاريم ڏک لاءِ، پَنئيءَ نہ ڏينم پاءُ،

پير ڪنج پختو ڪري، جو دغا دنيا، دپ دياءُ.

---

(١) پوءِ لاءِ = پڇاڙيءَ يا پيريءَ جي سُک لاءِ.

(٢) ڪن- ڪپاءُ = ٻَٽ سٽ، ڦُرمار (پاڙو بہ پيو ڦُري).

(٣) ڏوس، دوس = دوست، يار، خيرخواہ يا گهٽگهرو.

## (ل)

### ١٠٨- لاهي لنگها ويهه، آريجن سان آسرو،
### پني پرائو ڏيهه، اچي ڪاڻ آريجن ۾:

"آريجا"، هڪ قوم آهي، جنهن جي پٺيان "آريجا" نالي سان ڳوٺ آهي، جو تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ آهي. انهيءَ ڳوٺ ۾، مخدوم شهاب الدين نالي بزرگ، ڪلهوڙن جي آخرين دور ۾ رهندو هو، جو پنهنجي وقت جو ڪامل ولي هو. مخدوم صاحب، غيرشرعي ڪمن جي پاڙ ئي پٽي ڪڍي. ايتريقدر جو، آريجن ۾ شادي تي به، نه دهل وڄندو هو ۽ نه وري محفل ۾ ناچ وغيره ئي ٿيندو هو. ڳوٺ ۾ هندن جو نڪاڻو به هو، ليڪن اتي به نغارا، ڏڪڙ وغيره نه وڄايا ويندا هئا.

اتفاق سان، اتي هڪڙو لنگهن جو گهر اچي ويٺو، جنکي حقيقت معلوم ڪانه هئي. هُنن رات جو شرناءِ ۽ دهلن جو واڄو ڪيو. قدرتاً سندن شرناءِ ڦاٽي پيئي ۽ دهل ڦاٽي پيو! جڏهن بزرگ جي قصي جي خبر پين، تڏهن مخدوم صاحب کان وڃي معافي ورتائون. اتي پنهنجي ماڻهن سان ڪنهن چيو ته:

> لاهي لنگها ويهه، آريجن سان آسرو،
> پني پرائو ڏيهه، اچي ڪاڻ آريجن ۾.

### ١٠٩- لڪ ڪٽيا ڏومڻيءَ جو ڏوم سلامت آيو:

هڪڙو ڏوم (لنگهو)، ڪمائڻ جي خيال کان، پرديس ويو. ڪيترا ڏينهن گذري ويا، پر موٽيو ئي ڪين. تنهن تي ڪنهن ولي هُلايو ته: فلاڻو ڏوم مري ويو آهي. ڏومڻيءَ

(لَنگهيءَ - لَنگهي جي زال) ٻه ائين ئي ڀڏو، جنهنڪري ويچاري، روئي پٽي، صبر ڪري ويهي رهي. ٿورين گهڙين ڏينهن، اهو ڏُوم ماڳ موٽيو، پر پيسو اندائين ڪونه! هڪڙيءَ پاڙيواريءَ، ڏُومڻي کان پڇيو ته، ”ادي، تنهنجو مڙس ڇا ڪمائي آيو آهي؟“ ورائيائين، لک ڪمايا ڏُومڻيءَ، جو ڏُوم سلامت آيو!“

مطلب. ڪنهن شيءِ يا واپار ۾، ڪٿي فائدو نه هجي، پر جيڪڏهن موڙي سلامت آهي، ته به لک ٿيو.



(٣)

## ١١٠ - مان ديوان جو نوڪر آهيان ۽ نہ واڱڻ جو!

ڳالهہ ڪندا آهن تہ، هڪڙي ديوان کي روزانو، سندس خوشامدي رَسويو، گوشت، مڇي وغيره ڪارائيندو هو. آهي ڪاڏاڏ ڏهاڙي ڪائي ڪائي، ديوان کي منهن ڦجي ويا. تنهنڪري رسيوئي کي حڪم ڪيائين تہ، "تون روزانو گوشت، مڇي تو تيار ڪرين، موسمي ڀاڇيون لڦيون آهن، اهي بہ تہ اسان ماڻهن لاءِ آهن. هاڻي واڱڻ جي مند آهي". نوڪر عرض ڪيو تہ، "هائو سائين، انهيءَ ڪري تہ ڏٺيءَ واڱڻ کي مٿي تي مُڪٽ ڏنو آهي؛ اڳيتي ائين ڪندس: واڱڻ عجيب چيز آهن؛ تندرستيءَ لاءِ تہ خاص طرح مفيد آهن. اک جي بينائيءَ لاءِ بہ اڪسير آهن." ان وقت، ديوان جو هڪڙو دوست بہ وٽس ويٺو هو.

ٻئي ڏينهن کان وٺي، نوڪر روزانو واڱڻ رڌڻ تي زور رکيو. ڀاڄي بہ واڱڻ جي، تہ ڀرفو بہ واڱڻ جو! ديوان ٻهريان ٻہ-ٽي ڏينهن تہ شوق سان ڪاڏا، پر پوءِ لڳاتار ڪائي ڪائي، ڪک تي پيو؛ سو هڪ ڏينهن نوڪر کي چيائين تہ، "تو روزانو اڇي واڱڻ تي مار ماران ٻڌي آهي؛ اهي تہ، هڪ بيڪار ڪاڏو آهن!" نوڪر چيس تہ، "جيءَ منهنجا سائين! سچ ٿا فرمايو، واڱڻ اهڙا تہ گرم آهن، جو ڏٺي پناه ڏني. گهٽي واپرائڻ ڪري، هلڪو هلڪو بخار بہ جان ۾ رهندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ وائي بہ ڪري وجهندا آهن. ڏندن لاءِ تہ خاص طرح خراب آهن."

ان وقت بہ، ديوان وٽ، اهوئي ٻهرين ڏينهن وارو سندس دوست ويٺو هو. انهيءَ نوڪر جون، اهي ڳالهيون ٻڌي، ڪيس

چيو ته، ”ان ڏينهن ته واڳڻ جي واڪاڻ سان ڏاپين ئي ڪونه پيو، مگر اڄ ته وري واڳڻ تي چو آيو ٿو رهين؟“ نوڪر چيس ته، ”سائين، معاف ڪجو، مان ديوان جو نوڪر آهيان ۽ نه واڳڻ جو! تنهنڪري جا شيءِ، ديوان جي نظر ۾ چڱي، سا منهنجي نظر ۾ به، چڱي. پر جيڪا شيءِ، ديوان کي نه وڻندي، ته آءٌ به ان کي ڌڪاريندس.“

مطلب هي آهي ته: اهو پهاڪو عام طرح وڏن ماڻهن سان ”ها“ ۾ ”ها“ ملائيندڙ خوشامدڙين لاءِ استعمال ٿيندو آهي.

## ١١١– مجنون ڪُنيءَ جو، نه رت جو.

مجنون، ليليٰ جي گهر جي سامهون، هڪڙي وڻ هيٺ اچي، پنهنجو آستانو اڏيو هو. هو هر وقت، ليليٰ جي ياد ۾ شاد باد رهندو هو. کيس نه ننڊ، نه آرام پر زهر مثل سڀ قسم جو کاڌو ۽ طعام! انهيءَ ڪري هو روزانو، بدن ۾ ڳرندو رهيو ۽ آخر ڪَچُ کائي، ڪيٺُ ئي بيٺو! جڏهن ليليٰ کي اهو پتو پيو، تڏهن حقيقت حال معلوم ڪرڻ لاءِ، پانهيءَ کي موڪليائين، جنهن موٽي اچي ٻڌايس ته، ”سائڻ! مجنون ويچارو ته ڳري ڪنڊا ئي ويو آهي! فقط تنهنجي نالي جي سَهاري جيئرو رهيو آهي!“ اهو حال ٻُڌي، ليليٰ جا طاق لڳي ويا! پوءِ ته روزانو ساڳي پانهيءَ جي هٿان، ونو ڪُنيءَ (چُوريءَ) جو، ڏانهنس موڪليندي رهي، ته کائي، ۽ ساڃو ٿئي.

مجنون، ته ليليٰ جو پياسي هو، هُن جو ڪُنيءَ سان ڪهڙو مطلب! ڪڏهن ڪو ذرو پرزو، دل چوندي هيس ته کائيندو هو. نه ته وَنو اوئين ئي رکيو هوندو هو. ان ڳوٺ ۾ هيو هڪڙو چالاڪ ۽ مڪار نموني جو فقير رهندو هو، جنهن کي انهيءَ قصي جي کُڙڪ پئجي ويئي، سو چا ڪيائين، جو مجنون جي پرسان، پيئي هڪ وڻ هيٺ اچي ديرو دمائي

ويٺو. اهو ڇا ڪندو هو، جو جڏهن ڏسندو هو تہ مجنون، ڪُٽي نہ ٿو کائي، تڏهن هو ڪُٽي کائي، خالي ونو ڇڏي هليو ويندو هو. پانهي، صبح جو خالي ونو، واپس کٽي ويندي هئي. اهڙيءَ طرح روزانو مجنون واري ڪٽي کائي کائي اهو چالاڪ فقير، هيڪڙي ڏندو مُشٽنڊو ٿي پيو ۽ مجنون ويچارو، آڳي باقي وڃي، هڏن جي مُٺ رهيو! ويتر مجنون جنهن وٽ هيڏان ويهندو هو؛ انان اٿي، وڃي ٻئي وڻ هيٺ ويٺو، تنهنڪري اهو چالاڪ فقير، هڪدم مجنونءَ واريءَ جاءِ تي وڃي ويٺو، جنهنڪري هيڪاري سندس پيگهي مچي ويئي! مجنون کي ڪُٽيءَ جي ڪهڙي پرواه! هن جي لَبن تي تہ فقط ليليٰ جوئي نالو هوندو هو.

هڪڙي ڏينهن، ليليٰ خيال ڪيو تہ مجنون، هاڻي سُنڊي ماسَ جي، ضرور جاڙهي هوندي، جو ڪيس، ڪُٽي سٺي ۽ مغزات ڀيل ڪُٽي کائيندي، چڱو وقت ٿيو آهي. پَڪ ڪرڻ خاطر، هڪڙي ٻي پانهي، ڏانهنس موڪليائين، چاڪاڻ تہ ٻڌرين پانهي، روزانو کيس مجنون جي ضعف ۽ ابتريءَ جو خيال ٻڌائيندي هئي. اها نئين پانهي، وڻ هيٺان ويٺل ڏَنڊي مشٽنڊي کي مجنون سمجهي، ليليٰ کي اچي چيو تہ، "مجنون تہ ڪَٽل کان ٿو ڦاٽي!"

ليليٰ کي تعجب لڳو تہ، "عاشق، سُنڊي ماسَ جي چاڙهيندا ئي نہ آهن. هيءَ قصو ڪيئن آهي!"

روزانو ڪُٽي پهچائيندڙ پانهي کي چيائين تہ، "اڄ هيءَ وَنو ڪنيو وڃ ۽ مجنونءَ کي، منهنجي نالي وڃي چئو، تہ پنهنجي رت مان هيءَ پري ڏي!" پانهيءَ هڪدم حڪم جي تعميل ڪئي ۽ مجنون واريءَ جاءِ تي، ويٺل فقير کي وڃي چيائين تہ "ليليٰ جو حڪم آهي تہ هيءَ وَنو، پنهنجي رت سان پري ڏي." هن جواب ڏنو تہ، ڪُٽي کائڻو

مجنون ساں آهيان ۽ رت ڏيندڙ مجنون هو ٿن وٽ هيڏان ڀيڄو اٿيئي، وهي لهيندس."

انهن چيو، آهو ڪٿي ڪاٿو مجنون، آنسان آئي، سڏو پنهنجي گهر هليو ويو، جو سمجهيائين ته، "آئيندي جا چڙو هم چيڻا، چاڪاڻ ته مالڪن کي، حقيقت حال معلوم ٿي چڪو هو."

## ۱۱۲ – مروان موت، ملوڪان شڪار:

ڪنهن تلاءَ ۾ گهڻا ڏيڏر رهندا هئا. هڪ دفعي ڪن شاگردن، ڏيڏرن کي پٿر هڻي، دل پئي وندرائي، لڪن پٿرن لڳڻ ڪري، ڪيترا ڏيڏر زخميا ۽ ڪيترا مري ويا تنهن تي هڪ ڏيڏر، کين چيو ته، "مروان موت، ملوڪان شڪار" يعني اوهان ملوڪن (شهزادن) لاءِ شڪار آهي، ليڪن اسان مرڻ يا جانورن لاءِ ته موت آهي.

## ۱۱۳ – مڙس بنا، ويهون ڪير ڪري:

هڪڙيءَ عورت، پورهيو ڪري، اٺويهه روپيا ميڙيا. گهڻي ڪوشش ڪيائين ته "هِڪَ ويهه" (ويهه روپيا) پوري ڪريان، پر اتفاق اهڙو پئي ٿيو، جو ڪڏهن سٽي ڦڪيءَ تي پيسو ڏوڪڙ پيو وڃي ته ڪڏهن وري مهمانن جي ٻوڙ ڀاڄيءَ تي ٻه-چار آنا خرچ پئي ٿيا. ويچاري وري وري ڪوشش ڪري ته ٻه اهي ئي اٺويهه. آخر هٽي هٽي ويئي، ته ٻه پوري ويهه ڏاهي نه سگهي. هڪ دفعي مڙس، هڪ روپيو ڪمائي آيو ۽ اچي زال کي ڏنائين. هن جي روپين جو پوري ويهه بنجي ويئي.

هڪ دفعي پاڙي واريءَ ساں، اها ڳالهه ڪيائين ته: "ادي مون کان 'هڪ ويهه' لهي نه سگهي. هڏهن گهر واري روپيو آندو، تڏهن پوري ويهه ٿي". تنهن تي ان چيس ته، "ادي، مڙس بنا، ويهون ڪير ڪري".

مطلب آهي ته: مڙس ئي آهن، جي مٿو ڪٽيو ڏيئي، ڪم جو پورائو ڪندا رهن ٿا.

## ١١٤- مُئي ڪتي نه پِرچهَ وڃائڻ:

هڪڙي ماڻهوءَ وٽ هڪڙو عمدو ڪتو هو، جو سندس دوست کي ڏاڍو پسند هو ۽ خيال هوس ته: اهو، آءٌ کانئس وٺندس. هڪ دفعي، هو، ڪتي وٺڻ جو خيال ڪري، پنهنجي دوست وٽ ويو. کيس خبر ڪانه هئي ته انهيءَ وچ ۾ ڪو، اهو ڪتو مري ويو آهي. گهڙي پل ويهڻ کان پوءِ، کيس جڏهن ڪتو نظر نه آيو، تڏهن دوست کان پڇيائين ته، ”ڇو، ڪتو نظر نٿو اچي؟“ هن ڏاڍي ڏک ۽ ارمان وچان، جواب ڏنس ته، ”افسوس جي ڳالهه آهي، جو ويچارو ڪتو مري ويو، جنهن جو مون کي تمام گهڻو ارمان آهي“. دوست چيس ته، ”يار، ڪتو جيئرو هجي ها ته آءٌ ڪاهي وڃان ها، ڇاڪاڻ ته مان آيو ئي توکان ڪتو وٺڻ هوس“. مالڪ جواب ڏنس ته، ”دوست، جي ڪتو هجي ها ته اهو آءٌ توکي هرگز نه ڏيان ها، ڇاڪاڻ ته ڏيڻ جهڙو ئي نه هو“. دوست جواب ڏنس ته، ”اڙي يار، تنهنجو ڪتو ته ڏيڻ کان اڳ ۾ ئي مري چڪو آهي. هاڻي مُئي ڪتي به پرچهه (پريت، دوستي) ڇو ٿو وڃائين“.

مطلب هي آهي ته: ڳالهه هجي ئي نه ۽ ان تي ڳَنڍ ڏيئي ويهجي، سا بيوقوفي آهي.

## ١١٥ – نادان دوست کان، دانا دشمن ڀلو.

هڪڙو گهوڙي سوار، واٽ وٺيو پئي ويو ته ڏٺائين ته نانگ، هڪڙي سهڻيل ماڻهوءَ جي واٽ ۾ گهڙي ويو. هن چيو ته، ”مارا هي ويچارو ته مري ويندو“. تنهنڪري سهڻيل کي ٺي ڇهبڪن سان وٺي ويو. سُهڻيل، ننڊ مان آٿي ڪڙو ٿيو، پر ڇهبڪن جا وسڪارا لڳا اچڻ. پوءِ ته ويچارو وٺي ڀڳو، پر سوار، پيڇو نه ڇڏيس، ۽ ڪڍندو ويس، تان جو هڪڙي صوفن جي باغ ۾ وڃي پهتا. اتي جيڪي هيٺ ڪريل ڪينا صوف هئا، سي هن کي، زوريءَ واٽ ۾ وڌائين. جيتوڻيڪ هن، گهٽو ٺي بَدشَد پئي ڳالهايو، پر سوار، صوفن پٺيان صوف، ويس واٽ ۾ ڏوسيندو! پوءِ وري ويچاري کي ڇهبڪن سان وٺي ويو. آخر الٽي ڪيائين، جنهن مان نانگ نڪتو. نانگ ڏسي، سوار جي پيرن تي ڪري پيو ۽ ڪانئس پڇيائين ته ”تو، مون کي ننڊ مان چو نه آٿاريو؟ جڏهن نانگ واٽ ۾ گهڙي ويو هو؟“ سوار چيس، ”جيڪڏهن ائين ڪيان ها ته نانگ جي ڏپ کان، تنهنجو هينيو ڦاٽي پوي ها، چاڪاڻ ته الٽيءَ سان نانگ، ٻاهر نه ڪڍي سگهين ها“.

## ١١٦ – نوانوي وارو ڏڪو.

مايا ميڙڻ جي فڪر ۾، ڪنجوسائيءَ تي سندر و پلڏي پيهن.

هڪڙي لڪاپتي سيٺ جي گهر جي لڳ، هڪڙي درزيءَ جو گهر هوندو هو. سيٺ جي گهر ۾ روزانو دال ۽ سائي ڀاڄي تيار ٿيندي هئي، مگر ان مزور درزيءَ جي گهر ۾، روزانو گوشت سَڄيون هوندا هئا!

هڪڙي ڏينهن، سيٺ جي زال، پنهنجي مڙس وٽ، شڪايت پيش ڪئي ته، ”اسان کي ڏنيءَ سڀ ڪجهه ڏنو آهي، تنهن هوندي به اسان کي جڳو ڪاڏو، ڪڏهن به نصيب ڪونهي! هوڏانهن هن درزيءَ (مزور) جي گهر ۾، روزانو گوشت مڇي تيار! سيٺ چيس ته، ”درزي ۽ سندس زال، نَوانَوي وارو ڌڪو، ڪونه کاڌي ڏٺو آهي، پوءِ چونه مزا ماڻيندا؟“ زال پڇيس ته، ”نَوانَوي جو ڌڪو ڇا آهي؟“ سيٺ جواب ڏنس ته، ”هڪڙي ڳوٿري کڻي، ان ۾ نَوانَوي روپيا وجهي، ڪنهن نموني سان وڃي، سندس گهر رکي اچ ۽ پوءِ ڏس ته ان مان ڪهڙو ٿو لقاءُ ٿئي!“ سيٺ جي زال، مڙس جي چوڻ موجب، نَوانَوي روپيا ڳوٿريءَ ۾ وجهي، مالڪ جي اک وٺي، سندن هنڌ ۾، وهاڻي هيٺان، رکي آئي. درزيءَ جي زال، رات جو هنڌ پٿارڻ وقت، ڳوٿري ڏسي، چاه مان کڻي، اچي مڙس جي آڏو رکي، چيائينس ته، ”لاشڪ، اسان جون دعائون، الله سائينءَ قبول ڪيون آهن، جو هيءَ روپين سان ڀريل ڳوٿري گهر ويٺي، ڏياري اٿس!“ درزيءَ، ڳوٿري کولي روپيا ڳڻيا، ته نوانوي ٿيا. زال، اها ڳوٿري، واپس وٺي چيس ته، ”آخر تون به پوڙهو ٿيندين. سياڻن چيو آهي ته، ”اهو ڪي ڪجي، جو ميڻهَن وسندي ڪم اچي. پاڻ وٽ آهي ته سڀ ڪنهن وٽ آهي. تنهنڪري هينئر کان قناعت ڪري، ڪجهه نه ڪجهه بچائيندا رهون“. درزيءَ چيس ته، ”تنگ آهي، تنگيءَ ڀي! جنهن ڀاه ڏنو آهي، سو گراه به ڏيندو. چو ويٺا ڪنجوسائي ڪريون!“ مگر زال چيس ته، ”اسان کي داتا ڏياريا آهن نَوانَوي روپيا، جن ۾ رڳو هڪڙو روپيو وجهبو ته ٿيندو پورو سوَ. پوءِ سوَ مان ٻه، ٻين مان چار ڪري، آخر ۾ اسين به پاڙي واري، سيٺ جهڙا ٿيي پونداسين.“

انهيءَ ڏينهن کان وٺي، انهن ٻه ڏال ۽ سانئي ڀاڄي کائڻ شروع ڪئي ۽ گوشت مڇيءَ جو نالو ئي وساري ڇڏيائون! هوڏانهن مخفي طرح، سيٺ جي زال ٻه، سندن خبرچار لهندي هئي. هڪڙي ڏينهن، سيٺ کي چيائين ته، ”اوهان، هنن غريبن تي، اهڙو ڪو جادو ڦوڪيو آهي جو ويچارن کان جگو کاڌو کائڻ ئي وسري ويو آهي!“ سيٺ جواب ڏنس ته، ”مون هنن کي نوانوي جو ڏڪو ڏنو آهي، جنهن جهڙو ٻه پيو ڪو جادو!“.

## ١١٧ – نيڪيءَ جو بدلو برائيءَ ۾:

هڪڙو گهوڙي سوار، جهنگ مان پئي ويو ته دانهون ڪوڪون ٻڌڻ ۾ آيس. ان طرف وڃي ڏسي، ته هڪڙي وڻ کي ٻاهه لڳل آهي، جنهن جي ڏار تي، هڪڙو نانگ ويٺو آهي، جو ٻاهه جي چڙ کان، دل ڦٽيون دانهون پيو ڪري، گهوڙي سوار کي رحم آيو. هني مان خرزين ڪيي، لڪڻ جي ڇيڙي ۾ وجهي، نانگ جي ويجهو ڪيائين ته، نانگ هڪدم ٽپو ڏيئي، خرزين ۾ گهڙي ويو. گهوڙي سوار، نانگ کي، خرزين مان ٻاهر ڪيي، چيو ته، ”جيڏانهن جو آهين، تيڏانهن هليو وڃ“. نانگ هڪل ڪري چيس ته، ”گهر ڪنهن جا تو پڇين؟ توکي ۽ تنهنجي گهوڙي کي، اڃهو ته پورو ڪريان! توکي خبر ناهي ته مان، انسان جو دشمن آهيان ۽ تو وري دشمن سان ڀلائي ڪئي آهي!“ گهوڙي سوار چيس ته، ”جيڪڏهن اهو ثابت ڪري ڏيکارينڊين ته نيڪيءَ جو بدلو، برائيءَ ۾ آهي ته پوءِ توکي سڀ ڪجهه مباح آهي“. اڃا انهيءَ رد ڪد ۾ هئا ته اتان مينهن لانگهائو ٿي، جنهن کان نانگ پڇيو ته، ”چڱائيءَ جو بدلو ڇا آهي؟“ مينهن ورائيو ته، ”برائي. مان جڏهن ڦر ۽ کير ڏيندي هيس، تڏهن

مالڪ خوش ٿيو، پر جڏهن پوڙهي ٿيس، تڏهن مون واري نيڪي، ڪانئس وسري ويئي ۽ هيئنر ڪاسائيءَ جي حوالي ڪيو اٿس. ”ڇا، اهو نيڪيءَ جو بدلو، بُرائيءَ نه آهي؟“ نانگ، ڪَرَ ڪڍي، خوشيءَ وچان، سوار کي چيو ته، ”ٻڌاءِ!“ سوار چيس ته، ”ڪا ٻي ثابتي به ڏي“. پوءِ نانگ، پرمان پيپل وڻ کان پڇيو ته، ”نيڪي جو بدلو ڇا آهي؟“. وڻ ورائيو ته، ”برائيءَ. جڏهن قافلن وارا اچن، تڏهن منهنجي ڇانءَ ۾ آسائش ڪن ۽ جڏهن وڃن، تڏهن منهنجون ٽاريون ڪپي، اُٺن کي به کارائين ۽ ٽلهين ٽارين مان، لٺيون ۽ داسا ٺاهين. ڇا، اهو نيڪيءَ جو بدلو، برائيءَ نه آهي؟“ نانگ، سوار کي دڙڪائي چيو ته، ”هيئنر ته سر تان آهو ڪٿين ٿو يا ٻي ڪا ثابتي گهرجيئي؟“ سوار چيو ته، ”مذهبي قانون مطابق ٻن جي شاهدي جائز نه آهي، بلڪ ٽيون شاهد لازمي آهي“. پوءِ نانگ، لومڙ کان پڇيو، جنهن سمورو لقاءُ، ڏٺو. لومڙ چيس ته، ”اُنين برابر آهي ته نيڪيءَ جو بدلو بُرائيءَ آهي، پر ڪم از ڪم، مون کي حقيقت کان، آگاه ته ڪريو“ سوار، سارو قصو ڪري ٻڌايس. لومڙ، نانگ کان پڇيو ته، ”سوار، جو ڪجهه چيو، سو ٺيڪ آهي؟“ نانگ چيو ته، ”ها ها، سورنهن آنا سچ آهي ۽ هيءَ اها خرزين آهي. جنهن مان مون کي ٻاهر ڪڍيو هٿائين“. لومڙ چيو ته، ”اها ڳالهه، مون کي ته وِسهڻ ۾ ئي نٿي اچي، ته تو جهڙو، هيڏو سارو، پر پٽ جيڏو، هن ننڍڙيءَ خرزين ۾، ماپي ويندو!“ نانگ چيو ته، ”جيڪڏهن ماپي وڃان ته، پوءِ؟“ لومڙ چيو ته، ”پوءِ فيصلو تنهنجي حق ۾.“ نانگ چيو ته، ”نسجو“. انين چئي ويڙهجي سوڙهجي، خرزين ۾ گهڙي ويو. لومڙ رڙ ڪري، سوار کي چيو ته، ”واڪو ڪري خرزين جو مُنهن بند ڪر. جڏهن به دشمن وَڪڙ ۾ اچي، تڏهن وجهه نه وڃائجي“. سوار، ڳالهه جو سُرُ سمجهي ڪري ويو ۽ هڪدم خرزين

جو مُنهن بند ڪري، مٿي ڪٽي، زور سان زمين تي سٽيائينس. اهڙيءَ طرح، ٻه-چار دفعا هنيائينس ته نانگ مري ويو.

مطلب. دشمن کان هميشه ڪَو ڪجي؛ ڇاڪاڻ ته ٻچڙي سان ڀلائيءَ جي آسيه رکڻ اجائي آهي. جيڪڏهن دشمن وجهه ۾ اچي ته وارو نه وڃائجي.

---

## ١١٨- واتُ ڌ مٿي، ڌ ته آهي پٺي،

ڪن عورتن، پاڻ ۾ ويٺي، سينگار جو ذڪر ڪيو. ڪنهن چيو ته، "وارَ ته ڦَٽيي، نه ته ڪُوڙاءِ ڪٽي". ڪنهن چيو ته، "اک ته ڪَجَل نه ته خيجل". ڪنهن چيو ته، "عورت ته چونو، نه ته مٿو چڻ لونو". هڪڙيءَ پيڙيءَ چيو ته، "وات ته مٿي، (ڏندڻ) نه ته آهي پٺيي".

مطلب. جهڙي نموني، قانون کي مَلڻ لاءِ، مٿي هٿي آهي، اهڙي نموني وات کي صفا رکڻ لاءِ به مٿيي (مسا ڳ، ڏندڻ وغيره) ضروري آهي. جيڪڏهن وات جي صفائي نه ڪبي ته پٺيي (پائخانه) جهڙي ڏَپَ پيئي ايندي.

## ١١٩- واڙيءَ پارنهن، هٿ اڌارنهن، گهر ويٺي ويهه:

هڪڙو شخص، واڙيءَ تان واڱڻ وٺڻ ويو ته اتي ڪيس پيسي ۾ ٻارهن واڱڻ مليا. پوءِ جڏهن هٿو بازار کان لنگهيو، تڏهن معلوم ٿيس ته هٽ وارا پيسي ۾ (اڌارنهن) ارڙهن ڏين ٿا. مگر جڏهن گهر موٽيو، تڏهن گهور ڙبهي، هڪ پيسي ۾ ويهه ڏيٺا ڪيا.

مطلب. جيڪڏهن ڪا شيءِ وٺڻ وڃبي ته مهانگي ملندي، پر جيڪڏهن ڪو، اها شيءِ وڪڻڻ ايندو ته سستي ڏيندو.

## ١٢٠ وهٽ مُڏئي ناهي، ڏلو پڇي نار کي:

سنڌ ۾ داوراٽ، هڪ بد اخلاق ۽ ذليل ذهنيت وارو حاڪم ٿي گذريو آهي. سو ايچ-ايم-ايلئٽ، تاريخ "طاهري" جو حوالو ڏيندي لکي ٿو (١):

---

(١) هسٽوريئس آف سنڌ-واليوم II- ايلئٽ ص ٣ ۽ ٥.

”الور ۾ محمد طور ڳولن جي درياءَ جيڪو ھڪ ملڪ ھوندو ھو، تنھن تي راجا دلو راءِ راڄ ڪندو ھو. ھو وڏو ظالم ۽ زاني ھو ۽ سڀ ڪنھن رات، دوشيزہ سان ھمبستر ٿيندو ھو. جيڪي به سوداگر، ھندستان ڪان، سامان جا ٻيڙا ڀرائي، ديبل بندر ڏانھن ويندا ھئا، تن ڪي لازمي طور الور ڪان لنگھڻو پوندو ھو. داو راءِ، ڪانئن، مال جي اڌ جيترو محصول وٺندو ھو، جنھنڪري سوداگرن سان جنسي ويل ھوندو ھو. آخرڪار اتان ھڪڙو وڏو سوداگر اچي لنگھيو، جو محصول جي ڳالھ ٻڌي خرچ جو ڀڏي، تورس ۾ ڀڄي ويو.

اھو سوداگر ڪير ھو ۽ ڪيڏانھن وڃي رھيو ھو، تنھن لاءِ ”تحفة الڪرام“ وارو لکي ٿو (١):

ھڪڙو عزت وارو ۽ ناليرو سوداگر، جو سيف الملوڪ جي نالي سان مشھور ھو ۽ ڪن ماڻھن جو خيال آھي تہ ھو اصل ۾ شھزادو ھو، جو سوداگرن جي لباس ۾ بيت الله ڏانھن وڃي رھيو ھو. ھو ھن جي نالائق ڪارنامن ڪان بي خبر ھو، سو اچي سندس ملڪ مان لنگھيو. ساڻس گڏ ”بديع الجمال“ نالي ھڪ سھڻي زال بہ ھئي“.

محصول جي عملدارن، سيف الملوڪ جي مال کي نھايت قيمتي ۽ بيش بھا سمجھي، ڳرو سنگت ھڪ طرف رکيو ۽ ٻئي طرف وري سندس زال کي راجا جي محلات ۾ پھچائڻ جو ارادو رکيو. جڏھن راجا ٻڌو تہ سوداگر سان گڏ، سندس زال، پري جمال، حسن ۾ بي مثال ۽ با ڪمال بہ آھي، تڏھن چيتو ٿي پيو. ھوس جو ڀوت، سندس گردن تي ايتريقدر تہ سوار ٿيو، جو ويچاري سوداگر کي سندس ساڻھو خواہ مخواہ بہ تنگ ڪرڻ لڳا.

---

(١) ”تحفة الڪرام“ سنڌي ادبي بورڊ ڇاپو - ص ١١٣ ۽ ١١٤.

آخر سوداگر، عرض ڪيو ته، ”ڏهن ڏينهن جي مهلت ڏيوم، تنهن بعد محصول ۽ بديع الجمال پيش ڪندس“.

”سيف الملوڪ، انهن ڏينهن ۾، هڪ ڀاسي خالق اڪبر کي ستائش شروع ڪيو ۽ ٻئي پاسي وڏا وڏا ڪاريگر، جي سرنگهه هڻڻ ۽ جبل ٽاڪڻ ۾، فرهاد جا استاد هئا ۽ سد سڪندريءَ جهڙي پڪي بڌڻ ۾ اڻ ڳس هئا، تن کي ڪوٺائي، دل گهريا انعام اڪرام ڏنائين. سوداگر جو مطلب هو ته الور کان هڪڙو مضبوط بند ٻڌڻ، جنهنڪري درياءَ پنهنجو رُخ ڦيرائي، بکر ڏانهن وهڪرو ڪري. اهي ڪمي ۽ ڪاريگر، راتين جون راتيون جاڳي، نديءَ جي پيٽ ۾ بند ٻڌي چڪا. هڪ رات ۾ درياءَ پنهنجو اڳوڻو وهڪرو ڦيرائي، سيوهڻ ۽ لکي ڏانهن اهڙي زور شور سان وهڻ لڳو، جو خدا جي قدرت سان سوداگر سيف الملوڪ جا غوراب، ظالم دلوراءَ جي پرڳڻي کان نڪري ويا. صبح جو ظالم راجا ۽ سندس رعيت ننڊ مان اٿي ڏسن ته سارا جتي پاڻي پئي وهيو، اتي رڳي گپ لڳي پيئي آهي. رعيت ۽ راجا حيران ٿي ويا (١).

”تحفة الڪرام“ وارو لکي ٿو ته، ”هي سارو ڪم هڪ رات ۾ ٿيو (٢).

”اگرچ هي پئي ڪم، انساني طاقت کان ٻاهر هئا، ليڪن خدائي مدد سان، عبرت طور يادگار رهڻ لاءِ، هيءَ سڄو منصوبو هڪ رات ۾ عمل ۾ اچي ويو. انهن ۾ ٿي سگهي ٿو ته تقدير جا ڪارپرداز هن سڄي ڪم جا باني ٿيا هجن“.

شري دوارڪا پرساد شرما لکي ٿو (٣):

---

(١) تاريخ سنڌ ڀاڱو ٣- عبدالغني عبدالله.

(٢) تحفة الڪرام- سنڌي ادبي بورڊ ڇاپو ص ١١٣.

(٣) سنڌ جو پراچين اتهاس ڀاڱو ٣- دوارڪا پرساد شرما ص ١٢١.

”ڪن جو چوڻ آهي ته ٩٢٢ع ۾، هڪ زاهد مسلمان مڪي ڏانهن ويندي، پنهنجي ڌيءَ سان اچي، اروڙ ڪان نڪتو راجا دلوراءِ، جو ان وقت اتي جو حاڪم هو، تنهن جي انهيءَ سهڻي مسلمان ڇوڪريءَ تي نظر پيئي. انهيءَ مسلمان ڪان، سندس ڌيءَ جو سڱ گهريو. مسلمان اٺن ڏينهن جي مهلت گهري. انهيءَ وچ ۾ اهو مسلمان، خدا کي ياد ڪرڻ لڳو ته، ”يا خدا، مون کي هن آفت ڪان بچاءِ!“ انهيءَ ڪري هڪ ئي ڏينهن ۾ درياءَ اوچتو ئي اوچتو اتان غائب ٿي ويو“.

محمد صديق پيرزاده جي، سنڌي قلمي نسخي ”تاريخ سنڌ“ ۾، مٿين روايت جي علاوه، ٻي روايت به ڏنل آهي، جا سندس عبارت ۾ ڏجي ٿي(١):

”هن بادشاهه (دلوراءِ) جي زال، تمام حسن واري هئي، جنهن جي حسن جي هاڪ ملڪن ۾ مشهور ٿي ويئي، هڪ هندو بادشاهه قنڌار جو، ٻڌيءَ ڳالهه تي، پريم عاشق ٿيو، سو، سامان سوداگريءَ جو ڪٺي، ٻيڙا ڀرائي، روانو ٿيو، جو اچي سنڌ ۾ پهتو، بادشاهه دلوراءِ جي شهر ۾ اچي بندر ڪيائين، بادشاهه جي سلام تي آيو، سڱ ڏنائين ۽ ٻيا تحفا تحائف عجيب غريب راجا وٽ آندائين. بادشاهه وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. پاڻ ۾ دوستي ٿي وين، پر مخفي طرح مطلب جي ڳولا پٺي ڪيائين. ڳجها وڪيل ۽ ڏوتيون پٺي موڪليائين، آخرڪار رائيءَ جواب ڏنس ته، ”مون تي تمام بندش پيل آهي، تو سان ملڻ نه ٿيندو، مگر ڪا زمين هيٺان، ڳجهي سرنگهه ڪٽائي، انهيءَ سان ملجي، باقي انهيءَ ڪان سواءِ اچڻ جو ڪو چارو ڪونه آهي. پوءِ انهيءَ سوداگر ڪوشش ورتي. انهيءَ بندر ڪان ڳجهي سرنگهه، زمين مان اندران کوٽائي، پڪين سرن سان وڪٽ ٻڌائي، پختي ڪري گنچ هڻائي، تيار ڪرايائين، جا رائيءَ جي

---

(١) تاريخ سنڌ (سنڌي قلمي نسخو)، محمد صديق پيرزاده ص ١٠.

ماڙيءَ ۾ اچي ٿي داخل ٿي. اتان مخفي دري ڪُرائي ڇڏيائين. هڪ ڏينهن راڻي، انهي دريءَ سان لنگهي، جهاز تي آئي. سوداگر، بادشاهہ جي دعوت ڪئي هئي، سو بادشاهہ بہ اتي آيو. راڻيءَ، بادشاهہ جي ماني تيار ڪئي. جڏهن بادشاهہ ۽ سوداگر گڏجي، ماني کائڻ ويٺا، تہ بادشاهہ کي شڪ پيو تہ ماني گهر جي مانيءَ جهڙي آهي. وري اچا دريءَ تي نظر ڪيائين تہ ڪائي جي دري آهي، تنهن مان اوچتو راڻيءَ تي نظر پيس. خيال ڪيائين تہ: هيءَ هت ڪيئن آئي؟ شايد ماڻهو، ماڻهن جهڙا آهن. پوءِ سوداگر کان پڇيائين تہ، ”هيءَ عورت ڪير آهي؟“ سوداگر چيو تہ، ”هن سوداگر جي (منهنجي) زال آهي“. بادشاهہ چيس تہ، ”سڏ ڪر ينس تہ اسان سان اچي ماني کائي. تنهنجي ۽ اسان جي وچ ۾، ڪو ويڇو نہ آهي“. پوءِ لاچار سڏيائينس. راڻي اچي ويٺي، پر بادشاهہ فڪر ۾ پئجي ويو تہ: هتي راڻي ڪيئن آئي؟ ۽ اسان سان گڏ اچي ويٺي آهي! جڏهن تہ هن (سوداگر) جي زال آهي، شڪل بہ هڪ جهڙي اٿن. پوءِ پنج ٿي آگر يون پوڙ سان پوڙي، ساڙهيءَ تي نشان ڪري ڇڏيائينس، جيئن ان (راڻي) کي خبر نہ پوي. پوءِ جلد بادشاهہ، مانيءَ کائي روانو ٿيو ۽ راڻي بہ سرنگهہ جي رستي مان تڪي وئي، ماڙيءَ ۾ رنو مٿي پيرن ۾ پائي، سمهي پيئي. بادشاهہ، گهوڙي تان لهي، تڪو ماڙيءَ تي چڙهي آيو. در کولي ڏسي تہ راڻي سمهي پيئي آهي هي پوئتي ٿي موٽيو، پر وري ياد آيس تہ رنئي جو نشان تہ ڏسان. جان در کولي ڏسي، تہ نشان رنئي تي چٽو پيو آهي. بادشاهہ موٽي شاهي دربار ۾ آيو. اميرن وزيرن کي گهرائي، احوال ڪيائين. سڀني صلاح ڏني تہ، ”في الحال درياءَ جي اولهہ ۽ اوپر ۾ چونڪي پهاري وجهي، پوءِ هن سوداگر کي نوڪرن سميت مارائي ڇڏجي“

”هوڏانهن راڻي آئي، رنو سنڀالي ڏسي، تہ پوڙ جا نشان ويٺا آهن. يڪدم آئي، خوف کان لاچار ٿي، سرنگهہ رستي، تڪڙي

بندر تي آئي. اچي سوداگر کي چيائين ته، ”اڄ، اسان جي حياتي پوري ٿي وينديءَ، جو بادشاهه کي سڀ حقيقت معلوم ٿي ويئي آهي؛ جي ڪو رستو پڄڻ جو ٿئي ته وَسُ ڪر، نه ته فجر سان سڀني کي ماري گهات ڪندا“. پوءِ راتيءَ، سوداگر ۽ سڀني نوڪرن، ساري رات ڌڻيءَ جي درٻار ۾ وينتيون ڪيون ۽ ٻاڏايو. ڌڻي، رحيم ڪريم آهي، جو ٻانهو، سندس در تي دل سان زاري ڪري ٿو، تنهن جي دعا قبول ڪري ٿو. حڪمت مالڪ جي سان، اٿاهون پرينءَ پر، هڪ واهڙ پراڻو هو، تنهن ۾ درياه وهي وڃي پيو! سوداگر جهاز ڪٺي چوڙي چڙهيا، جي ديبل بندر کان وڃي، سمنڊ جو رستو وٺي ايران ڏي هليا ويا. فجر جو ماڻهو بندر تي ويا. ڏسن ته پڌر لڳو پيو آهي! جيئن ڪنهن چيو ته:

”وَهڻ مُنديءَ ناهي، دَلُو پيئي نار ٿو!“

وري جو اچي بندر کان ڏسن ته سرنگهه لڳي پيئي آهي. سرنگهه جو رستو وٺي، اچي ماڙيءَ ۾ نڪتا.

جڏهن موٽي آيا، تڏهن بادشاهه، شاهي درٻار ۾ اچي، اميرن وزيرن کي گڏ ڪري چيو ته، ”سوداگر پرديسي هو، پر رعيت اسان جي هُن سان شامل ٿي، اهو ڪم ڪيو، چو ته انهن مان ڪو نمڪحلال نه ٿيو، جو اسان کي هيءَ خبر ڪٺي ڏني ها. هاڻي انهن لاءِ ڪهڙي سزا مقرر ڪجي؟“ سڀني صبر ڪيو.

بادشاهه چيو ته، ”انهن لاءِ، هيءَ سزا آهي، جو جيڪو به، اعليٰ يا ادنيٰ، شادي ڪندو، ته پهرينءَ رات، ڪنوار سان بادشاهه همبستر ٿيندو“. اميرن آسرائن، گهڻيون ئي منٿون آزيون ڪيون، پر راجا قبول نه ڪيون؛ آخر اهو ڪم هلندو آيو.

---

(هہ)

## ۱۲۱- هُجتي ڏاڏو، ته ڳُهہ لاڙڪاڻو:

هيءُ ڀاڪو ڪلهوڙن جي دؤر جي پيدائش آهي. جڏهن ميان شاهل محمد عباسيءَ، ۱۰۲۵ هہ مطابق ۱٦۷۵ع ۾ گهاڙ واهہ کٽايو هو (۱)، تڏهن درياءَ کان وينديءَ، گهاڙ واهہ جي چوڙ تائين، لاڙڪاڻو هڪڙو ئي مشهور شهر ۽ بندر هو. واپاري، ايران ۽ ڪوهستان کان ڪَهِي، هت اچي، واپار ڪندا هئا ۽ لاڙڪاڻي کي پيڙين جي رستي، ٻين شهرن سان ملائي، گويا مرڪزي حيثيت ڏني ويئي هئي؛ جتي اناج ۽ ٻين شين جا قافلا اچي، منزل انداز ٿيندا هئا، انهيءَ هنڌ کي "قافلا سراءِ" سڏيندا هئا، گهاڙ واهہ جي ڏائي ڪپ تي، اج بہ "قافلا سراءِ" نالي سان مشهور محلو آهي، جو انهيءَ ڳالهہ جو ثبوت آهي.

"سچ پچ تہ سنڌ ۾ عباسين، رستن ۽ واهن ڏهرائڻ جي وڏي خدمت ڪئي. قريباً پنجاهہ هزار ميل رستا ۽ پنجويهہ هزار ميل واهہ جاري ڪيائون"، (نگيران سنڌ). انهيءَ ڪري لاڙڪاڻو سبزي ۽ ساوڪ ۾ ايترو تہ وڌي ويو، جو ڪيترا سياح ان کي "سنڌ جو عدن" سڏڻ لڳا.

---

(۱) ميان آدم شاهہ، گهاڙ واهہ لاڙڪاڻي تائين آڻايو، جنهن جو نالو "شير نهر" رکيو ويو هو. سندس فرزند ميان شاهل محمد عباسيءَ، لاڙڪاڻي کان هيٺ وڌيڪ کٽايو. (نگيران سنڌ) "شير نهر" نالو انهيءَ ڪري رکيو ويو، جو سبزي ۽ ڪاهن جي گهڻائيءَ ڪري، مينهون گهڻو کير ڏيڻ لڳيون.

جنهن جاءِ تي پيڙبون، مختلف طرفن کان اچي لنگر هڻنديون هيون، اُتي رات ڏينهن ماڻهن جي گهاگيه لڳي پيئي هوندي هئي. خشڪيءَ جي رستي، ڪيترائي قافلا ۽ گهاڙ واهه جي رستي، سنڌو درياءَ کان، مال سان پر يل پيڙا ايندا ۽ ويندا هئا. واپار سبب، ڏيهي خواه پرڏيهي واپارين کي جهجهو فائدو ٿيو ٿي، جنهنڪري ڪين، پيسن سان راند ڪرڻ سولي ٿي پيئي. لنگر گاه جي پرسان، هڪڙو "چڪلو" پيو، جتي حسن جي بازار گرم لڳي ويئي. منجهس طعام، قيام ۽ جام جو لاهوڪو بندو بست هو، جنهنڪري پري پري کان شوقين ۽ عاشق مزاج انسان، پکين جيان پرواز ڪري، انساني حسن تي اچي پر گهٽ ٿيندا هئا ۽ ڪنپ ڪمائي، کيسا خالي ڪرائي، لُڙڙ ٿي، موٽندا هئا. مسٽر برٽن لکي ٿو ته (۱)؛

"مسٽر پٽل ۽ هر چند، مشهور ناچڻيءَ کي هٿ ڪيو آهي، جنهن خوبصورت جو نالو "مهتاب" يعني چنڊ جو ڪِرڻو آهي. هتي، هوءَ پنهنجي پيٽ سان ايندي آهي، پٺيي پينرون، پنهنجي ڪجاوي ۾ ايندرون آهن ۽ سندن قافلو ۹ ميل ڊگهو هوندو آهي".

"مهتاب، لاڙڪاڻي جي رنڊي، پنهنجي نالي جهڙي خوبصورت آهي. سندس انگ انگ مڪمل آهي ۽ جنهن به طرف ڏسجيس ته خوبصورت نظر ايندي. هن جي وارن ۾ جوانيءَ واري چمڪ آهي ۽ سندس سنگ مرمر جهڙي سفيد ۽ لسي چمڙي، وات، پرون، اکين جا ڇپر خواه پنبڻيون، سڀ نوان، اڻ استعمال ٿيل ۽ اهڙا ته تازا آهن، جهڙا قدرت جي هٿ سان، تيار ٿيڻ وقت هئا! اوهين انهيءَ خواهش کي روڪي نه سگهندا، ته مُرڪ يا ڪاوڙ خواه غصو، سندس لبن کي جنبش ۾ وجهڻي ۽ ڊگها ۽ جاڙا غير متحرڪ پرون، لرزش ۾ اچن ۽ اهو ته

---

(۱) سنڌ ريوزائيڊ" جلد II ص ۲۰۵.

هوءَ انسان وانگر نظر اچي ۽ ائين نہ لڳي، جو ڇڻ چانهوڪيءَ ۾ ڪو مجسمو ويٺو آهي".

هڪ قديم ڪارواني سردار، جو ايران کان غاليچا کڻي آيو هو، تنهن جو رايو آهي تہ:

"لاڙڪاڻي جي تهذيب، ايتري اتم آهي، جو بهترين غاليچا بہ، آنهن جي اڳيان ارزان ٿا لڳن. حالانڪ آهي غاليچا، ايران ۾ گران ٿا لڳن. هڪ رقاصہ، هزار روپئي وارو غاليچو خريد ڪري، چيو تہ، "هيءَ قيمت، سندس هڪ رات جي رقص بازيءَ جيڻ پيدائش آهي!" پارسي مطرب، اهڙو غاليچو خريد ڪري نٿو سگهي." (ماخذ از ڪاروان زاهدان)

لاڙڪاڻي جي اهڙي ڪمال سبب، ڪيترن شاعرن پنهنجا جذبا پڻ ظاهر ڪيا آهن. جيئن حاجي خانڻ چينجيٽي هڪ ڪافي جو ٿلهہ ٻڌو آهي:

"هنجي ناٺو تہ گهمُ لاڙڪاڻو، نہ نہ وَتُ ويڳاڻو"

## ١٢٢- هيڪلي جو واهي اللهُ

اڪيلي جو مددگار الله ئي آهي. يعني هڪڙي بہ ماڻهوءَ جو سفر تي وڃڻ، خطري کان خالي نہ آهي.

ڳالهہ ڪندا آهن تہ، دهليءَ کان ڏهہ ميل پري پنڌ تي، فريدآباد جي نزديڪ، هڪڙو واهہ آهي، جنهن جي ڪنارن تي ۽ آس پاس، ڪنهن وقت گهاٽو جهنگل هو، هڪڙي پوڙهي عورت فريدڻ نالي، پنڻ جي بهاني سان، اتي ويٺل هوندي هئي ۽ سندس پٽ، پوٽا ۽ ڏوهٽا بہ انهيءَ جهنگل ۾ لڪل رهندا هئا. آها پوڙهي، جڏهن هڪ ـ ٻن مسافرن کي ڏسندي هئي، تڏهن سڏينَ هئي چوندي هئي تہ، "هيڪلي جو واهي الله"، تہ آهي لڪل ماڻهو، هڪدم نڪري، مسافرن کي لٽي، ماري ڇڏيندا هئا. پر جڏهن اها پوڙهي، گهڻن ماڻهن کي، ايندو ڏسندي هئي، تڏهن چوندي هئي تہ، "جماعت ۾ ڪرامت"

اهو آواز ٻڌي، اهي رهزن ٻاهر نڪري نه نڪرندا هئا. اها ڦرلٽ ۽ مارا ماري، مدت تائين جاري رهي. آخر هڪ ڏينهن، سڀ رهزن پڪڙيا ويا، جهنڪري پوڙهيءَ ڏاڍو پڇتايو ۽ ڪيس پنهنجي انهيءَ اهڙيءَ ڀهروپي ۽ دورنگي هلت کان نفرت اچي ويئي. پوڙهيءَ وٽ جيڪي پيسا هئا، تن مان واهه تي پُل ٻڌايائين، جا سندس نالي پو يان اڄ به قائم آهي.

## (ي)

### ١٢٣ـ يَڪ دَ شُد، دو شُد،

هڪڙيءَ عجيب ڳالهه ڪان پوءِ، ٻيءَ جي پيدا ٿي پوڻ جي موقعي تي، اهو مثال ڏبو آهي.

هڪڙيءَ پوڙهي جادوگرياڻيءَ جي عادت هوندي هئي ته قبرستان ۾ وڃي، ماڻهن جي ٽِنِ ڏاڻن تي ڪجهه پڙهي، جنهن بہ قبر تي آچليندي هئي ته اُن ۾ پوريل لاش، ڪفن سوڌو اچي وٽس حاضر ٿيندو هو. پوڙهي، اُن جو ڪفن لاهي، وري ماڻهن جي ٽِنِ ڏاڻن تي ڪجهه پڙهي، اُن لاش تي آچليندي هئي ته، اهو لاش وري وڃي قبر داخل ٿيندو هو. جادوگرياڻي، اهو ڪفن بازار ۾ وڪڻي، اُن جي قيمت تي، پنهنجو خوش وقت پيئي گذاريندي هئي. اها هئي اُن پوڙهيءَ جي روزاني عادت!

هڪڙي ماڻهوءَ کي اچي سڪڻ جي طمع ٿي، جنهنڪري پوڙهيءَ جي خوب خوشامد شروع ڪيائين. ويچاري گهڻي ڏينهن گسائي، پر هو حاصل ڪانه ٿيس. گهڻي مٿا ڪٽڻ بعد، اُن پوڙهيءَ، مرڻ وقت، آخر اهو منڊ سيکاريس.

هڪڙي ڏينهن، اُن ماڻهوءَ چيا ڪيو، جو قبرستان ۾ وڃي، آزمائش طور، هڪڙيءَ قبر تي، اهو منڊ پڙهيائين ته هڪدم مردي کي، ڪفن سوڌو ٻاهر آيل ڏٺائين. اُن جو ڪفن تہ لاٿائين، مگر اُن کي قبر ۾ موٽائي موڪلڻ وارو منڊ سيکيو نہ ڪونہ هو، تنهنڪري جيڏانهن هي ٿي، تيڏانهن سندس پٺيان مُردو! اهو حال ڏسي، اهو ماڻهو ڏاڍو پريشان ٿيو. دل ۾ سوچيندي، آخر خيال آيس تہ، "جي وري بہ ڪم ٿيندو تہ اُن پوڙهيءَ هٿان". تنهنڪري اُن جي قبر تي وڃي، اهو منڊ

ڀڙهيائين ته اها به ڪفن سوڌي ٻاهر نڪتي! ان جو به ڪفن لاٿائين، تنهن کان پوءِ پوڙهيءَ سان، گهڻو مٿو ماريائين، ته من ڪجهه ٻڌائي، مگر "چالبي چالبي چپ"! جڏهن نا اميد ٿي هلڻ لڳو، تڏهن ڀرين مُردي سان گڏ، پوڙهيءَ وارو لاش به ڀوڳان اچڻ لڳس! اهو حال ڏسي، پريشانيءَ وچان چيائين ته، "يڪ نه شد، دو شد".

---

# رايا

٣٧ - لياقت روڊ،
ڪنٽونمينٽ، حيدرآباد
٧ - سيپٽمبر ١٩٦٦ع

مڪرمي سنديلو صاحب سلمه'

"ڀٽاڪن جي پاڙ" پهچي، خوشيءَ جو باعث ٿي. اوهان نوازتو ڪيو. يادگيري ۽ محبت جو شڪريه.

چوندا آهن: "هجمي ناٿو، ته گهر لاڙڪاڻو." اوهان پاڻ لاڙڪاڻي ڪان ناٿو وٺي، پوءِ منجهس نڪاڻو ڪيو آهي. انهيءَ معجزه تي به اوهان کي مبارڪ.

ڪتاب ۾ نهايت قيمتي مواد آندل آهي. ڪن ڀٽاڪن کي تاريخ جي روشني ۾ پيش ڪري، حقيقت کي پوري طرح واضح ڪيو اٿو. "اوهان جيڪو پورهيو ڪيو آهي، سو رائگان نه ويندو ۽ چاڪاڻ ته اهڙائي ڪتاب، ادبي ميدان ۾، پنهنجو مسلهه، پاڻ مقرر ڪن ٿا.

دعا آهي ته زياده آسردا ٿيو ۽ زياده ڪمائتاه (آمين).

حقير عفي عنه
آءِ - آءِ - قاضي

---

هالا نوان
١٤ - ٢ - ٦٧ع

محترمي و مڪرمي سنديلو صاحب

السلام عليڪم:

اوهان جي تازي تصنيف ڪتاب، نالي "ڀٽاڪن جي پاڙ" گذريل ڊسمبر ۾ پهتل آهي. ڪتاب پنهنجي نوعيت ۾ تمام

ڄڳو ڪتاب آهي. ڀاڪا ته عام طرح سان ٻڌا آهن ۽ ٻڌايا ويندا آهن، مگر انهن جي اصل حقيقت ۽ ماهيت هر ڪنهن کي معلوم نه هوندي آهي. هن ڪتاب ۾، انهيءَ ڳالهه جي صفائي ٿيل آهي. انهي ڪري به ڪتاب جي قدر ۽ قيمت ۾ واڌارو ٿيو آهي. اميد ته باقي ڀاڪا به گڏ ڪري، ڇپائي ۾ شايع ڪندا ته ڏاڍو ڄڳو ٿيندو. زياده خير والسلام.

طالب المولى

## احمد خان آصف مصراڻي

(١) ڀهاڪا وڏائن ٿا ٻوليءَ جي زينت،
ڀهاڪن ۾ ٻوليءَ جي سونهن ۽ نزاڪت.

(٢) ڀهاڪا ٿيا علم جو چڱو خزانو،
ڀهاڪا، ٿيا عقل و دانش جي دولت.

(٣) ڀهاڪا فصاحت جو واضح نمونو،
ڀهاڪن ۾ آهي سلاست بلاغت.

(٤) ڀهاڪن ۾ ڪي سمايل سٺا ٿيا،
ڀهاڪن ۾ پنهان نصيحت، هدايت.

(٥) مبارڪ جو حقدار "سنديلو صاحب"،
ڀهاڪن جي واضح ڪئي جنهن حقيقت.

(٦) "ڀهاڪن جي ڀاڙ" آهه تصنيف عمدي،
مصنف مٿس واهه ڪئي آهه محنت.

(٧) ٿيو طبع آ: "وه درخشان جريده،

١٣٨٨
اي "آصف"، ائين لک تون سالِ طباعت.

## سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايل ڪي ٻيا ڪتاب

| | |
|---|---|
| ١- گل شڪر | ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻي |
| ٢- پروليون، ڏنون، معمائون ۽ ٻول | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٣- سنڌي سينگار شاعري | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٤- جامع سنڌي لغات ٥ جلد | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٥- ٽيھ اکريون ٢- جلد | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٦- ڏور | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٧- واقعاتي بيت | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٨- جنگناما | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ٩- تحقيق لغات سنڌي | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ١٠- سنڌ جو سينگار | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| ١١- وڻنپني ڪوش | جھمٽ مل نارومل وسٽائي |
| ١٢- سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي |
| ١٣- سنڌي ٻوليءَ جو صرف و نحو جلد-١ | واحد بخش شيخ |
| ١٤- سنڌي معلم | ڊاڪٽر غلام علي الانا |
| ١٥- سنڌي زبان جي بنيادي لغت | غلام رباني ۽ ٻيا |
| ١٦- آفتاب ادب | حڪيم فتح محمد سيوهاڻي |
| ١٧- گلشن بهار | آخوند فقير محمد "عاجز" |
| ١٨- سنڌي ويا ڪرڻ | مولانا غلام محمد گرامي |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوى ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کين بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجھهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ چُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجھهِ پهاڙ چُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)